Roshni Book No. 153

ڪتاب جو نالو: سنڌو منهنجي ساهه ۾
ليکڪ: امر جليل

ڇاپو پهريون: © روشني 1999ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزرس، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو

# SINDHU MUNHINJAY SAH MEIN

(Short Stories)

by: **Amar Jalil**

Composed by: Habib Qadir Qureshi.
Roshni Composer, Hyderabad
Printed by: Fine Communication Hyderabad.
Published by: Roshni Publication Kandiaro

انتساب

تون مون کان منهنجي قلم کان، منهنجي نسل کان ظاهر طرح ۽ عارضي طرح طاقتور آهين.پر، تاريخ جي صفحن ۾ تون نہ مون کان طاقتور آهين، ۽ نہ منهنجي قلم، ۽ نہ منهنجي نسل کان طاقتور آهين.

**امر جليل**

# فهرست

# تنهنجي باري ۾ مون کان پڇن ٿا

مون کان اڪثر، ورائي ورائي پڇيو ويو آهي ته سنڌو ڪير آهي؟ مون به اڪثر ڪلي، سوال جو جواب لنوائي ڇڏيو آهي. مون کي لاڳيتو پڙهڻ وارن کي خبر آهي ته مان وڏو چرچائي به آهيان. پر، اِها ٻي ڳالهه آهي جو منهنجا چرچا ٻڌي ماڻهو روئي پوندا آهن. ماتمڪدي ۾ وجي ويهي رهندا آهن، ۽ مون کي بددعائون ڏيندا آهن. مان ماڻهن کي جڏهن روئارڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان، تڏهن ماڻهو کِلي کِلي کيرا ٿي پوندا آهن، ۽ هٿ کڻي مون کي دعائون ڏيندا آهن.

مان اڃا تائين فيصلو ڪري نه سگهيو آهيان ته مان چرچائي آهيان، يا پڙهندڙن ۾ غم ونڊيندو آهيان. ٻه- چار سال اڳ هڪ رسالي لاءِ انٽرويو، وٺندي ڪنهن ڏاڍيءَ معصوميت وچان پڇيو هو، ”هر دفعي سوال ٽاري ڇڏيندا آهيو. اَڄ ٻڌايو ته سنڌو ڪير آهي؟ ڏسو، جواب ڏجو. لنوائجو نه.“

مون ڏانهس ڏٺو هو. سندس سوال چرچي ۾ ٽارڻ لاءِ چوڻ چاهيو هو، تون اچڻ ۾ جيڪڏهن ٽيهه سال دير نه ڪرين ها، ”ته پوءِ شايد اِهو سوال مون کان نه پڇين ها، پاڻ کان پڇين ها.“

پر، مان چاهڻ جي باوجود ڪجهه چئي نه سگهيس، دل اُداس ٿي پئي. سلسلو منقطع ٿي ويو. ڏک جي ڪا سرحد هجي ها، پار ڪري وڃان ها، ۽ بار بار پڇيل سوال جو جواب ڏيئي ڇڏيان ها. ٽارڻ جي ڪوشش نه ڪريا ها. پر، مان ڪو جواب ڏيئي نه سگهيس. مان اڄ تائين ان سوال جو جواب ڏيئي نه سگهيو آهيان.۽ شايد ڪڏهن به ڏيئي نه سگهندس.

مون امڪان جي اهميت کان ڪڏهن انڪار نہ ڪيو آهي. مان خودڪشي ڪرڻ کان پوءِ، ڀٽڪڻ بدران جڏهن هيءَ دنيا ڇڏي هلبو ويندس، تڏهن ٻيهر جنم وٺي موٽي ايندس، ۽ ورائي ورائي پڇيل سوال جو جواب ڏيندس تہ سنڌو ڪير آهي.

مون زندگيءَ ۾ انيڪ دفعا آپگهات ڪيو آهي، پر مان مري نہ سگهيو آهيان. آپگهات ڪرڻ کان پوءِ مان دنيا ۾ ڀٽڪندو رهيو آهيان. ڪنهن جنم ۾ ڪيل ناقابلِ بخشش گناهہ جي سزا ڀوڳندو رهيو آهيان. مان مري نہ سگهيو آهيان. اڄ تي نہ سگهيو آهيان. ڪنهن ڪنهن وقت محسوس ڪندو آهيان، تہ مان تاريخ جي سڀ کان ذبون قلعي ۾ ڀٽڪندڙ روح آهيان. مان مسلسل شڪست جو عيني گواهہ آهيان. مان هڪ اهڙي فتح جو منتظر آهيان جيڪا صدين جي شڪستن جا داغ ڌوئي ڇڏيندي، ندامت کان مون کي آزاد ڪري ڇڏيندي، هر دفعي هارايل جنگ جي ميدان تان زخم کائي جيئري موٽي اچڻ جي ذلت کان مون کي آجو ڪري ڇڏيندي. تڏهن، اظهار لاءِ آسمانن کان ڪِشتي ۾ ڪجهہ لفظن جو دان گهرندس، ۽ ٻڌائي سگهندس تہ سنڌو ڪير آهي.

مان آئينو نہ آهيان، جنهن ۾ ڪو سنڌوءَ جو عڪس ڏسي سگهي. هڪ دفعي ڪنهن ڏاڍو ضد ڪيو هو، ۽ پڇيو هو، ”ڪو راز آهي، جنهن جي پرده داري ڪري رهيو آهين!“

وراڻيو هيم، ” مان ننگِ ناموس آهيان. منهنجو نہ ڪو راز آهي، ۽ نہ مان ڪنهنجو راز آهيان.“

هڪدم وراڻيو هئائين، ” مان تنهنجي جواب مان مطمعن نہ آهيان.“

وراڻيو هيم، ”ڇا اِهو ڪافي نہ آهي تہ جڏهن مان نہ هُئس تڏهن سنڌو هئي، ۽ جڏهن مان نہ هوندس تڏهن بہ سنڌو هوندي!“

چيائين، ” تو وحدت الوجود ۾ پناهہ وٺي ڇڏي آهي. توسان ڳالهائڻ اجايو آهي.“

مان سمجهان ٿو، هُن نيڪ ئي چيو هو. مون سان ڳالهائڻ اجايو آهي. بيڪار آهي. نہ مان ڪنهن سان ڳالهائيندو آهيان، ۽ نہ ڪو مون سان ڳالهائيندو آهي. عقيدي جي ڳالهہ آهي. نہ مان ڪنهن کي قائل ڪري سگهيو آهيان، ۽ نہ ڪو مون کي قائل ڪري سگهيو آهي. هونءَ بہ تصديق لاءِ گفتگو فقط غفائن ۾ ٿيندي آهي. بحث جي گنجائش ان ڪري بہ نہ آهي جو ڪنهن جي ذات ۾ فنا ٿي وڃڻ ۾ منهنجو ايمان آهي.

خوشبوءِ احساس آهي. خوشبوءِ کي محسوس ڪبو آهي. خوشبوءِ کي ڏسي نہ سگهبو آهي. عڪس تائين رسائي ممڪن هجي ها، تہ قيامت تائين هڪ بہ آئينو سلامت نہ رهي ها. مسجد ۾ مولئ ملي ها، تہ مجنون بريٽ بيابانن ۾ نہ ڀٽڪي ها. سيلاني منزل کي معرفت جو درجو نہ ڏيندا آهن. نفيءَ ۾ اثبات کي تلاش ڪرڻ وارن کي اثبات ۾ نفيءَ جون نشانيون نظر اينديون آهن.

پنهنجي وس جي ڳالهہ هجي ها، تہ رستا، راهون، ۽ منزلون متعين ڪري ڇڏيان ها. پر، منهنجي وس ۾ ڪجهہ بہ نہ آهي. سچل سائينءَ جي پناهہ ۾ وڃي ويهي رهيو آهيان. جيڏانهن پورب پنڌ تيڏانهن نہ ويو آهيان. وڃي نڪتو آهيان هنگلاج ڪان!

پنهنجن ڪهاڻين وانگر اڌ مان شروع ڪيل مهاڳ اڌ ۾ ڇڏي رهيو آهيان. اِهو ان ڪري بہ ضروري آهي جو مون کي ڊپ آهي تہ اوهان منجهان ڪو منهنجي خلاف ماڻهن کي منجهائڻ جو مقدمو دائر ڪندو، ۽ پگهار وٺي فيصلا صادر ڪرڻ واري ڪنهن جج آڏو ڪٺهڙي ۾ پيش ڪندو. مان، جيسوٽيڪ، نہ منجهندو آهيان، ۽ نہ ئي ڪنهن کي منجهائيندو آهيان. مون کي يا تہ ڳالهہ سمجهہ ۾ ايندي آهي، يا ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ايندي آهي.

امر جليل

21 جولاءِ 1999

1311, Gali 12

I- 10/2 Islamabad

# مهاڳ

مون کان اڪثر، ۽ ورائي ورائي پڇيو ويو آهي ته سنڌو ڪير آهي؟ جواب ۾ مون اڄ تائين فقط ايترو چيو آهي ته، منهنجي هئڻ ۽ وجود جو سبب آهي. مان سنڌوءَ لاءِ آهيان؛ مان سنڌوءَ جي ڪري آهيان. منهنجي تحرير ڪي مقصد، ۽ مقصد ڪي منصب سنڌوءَ ڏنو آهي. زندگيءَ جي ڇانوَ ۾، زندگيءَ جي اُس ۾ مون سندس موجودگي محسوس ڪئي آهي. اڄ جڏهن ڪالمن جي پهرين ڪتاب لاءِ مهاڳ لکڻ ويٺو آهيان، تڏهن، سنڌوءَ بابت تجسس جي جواب ۾ چوڻ لاءِ وڌيڪ مون وٽ ڪجهه به ڪونهي ته، منهنجو وجود، منهنجو حوالو، منهنجي سڃاڻپ سنڌوءَ کان سواءِ بي معنيٰ آهي. هوءَ ڪڏهن خواب وانگر، ڪڏهن خواب جي تعبير وانگر مون سان ملندي رهي آهي. مونکي اُها شام اڄ به ياد آهي جڏهن، هن مونکي هٿ کان وٺي سمنڊ جي سطح تي پنڌ ڪرايو هو، ۽ منهنجي وجود جي سنسن ۽ وهمن کي پاتال ۾ ٻوڙي ڇڏيو هو. هن مون کي پُرندڙ پرمن کان هميشه لاءِ آزاد ڪري ڇڏيو هو. هن مون کي زندگيءَ جي رڻ ۾ بيٺل ڪَنڊن واري ٿوهر سان پيار ڪرڻ سيکاريو هو. هن منهنجي لاءِ ممنوع محبت جو اصطلاح ايجاد ڪيو، ۽ ممنوع محبتن لاءِ درد جو دستور تحرير ڪيو.

ڪلفٽن وٽان هينئر گم ٿي ويل ريسٽورنٽ سيبريز جي ايوان مان سمنڊ ڏانهن ڏسندي، هن هڪ دفعي چيو هو، سپردگي (ڪمٽمينٽ) واري سفر ۾ ڪڏهن به منهن ورائي پٺتي نه نهاريو آهي - موتي وڃڻ لاءِ ڪڏهن به پويون در ڪليل نه ڇڏيو آهي - ڪڏهن ڪڏهن قزاق پوئين در مان داخل ٿي پٺيءَ تي وار ڪندا آهن.

سمنڊ سنڌوءَ لاءِ ڪائنات جي سڀ کان وڌيڪ پُراسرار ۽ ڪيس ڪشش ڪندڙ تخليق آهي. ڪيس سمنڊ ۾ انيڪ معنائون، ۽ علامتون نظر ايندڙيون آهن. هن هڪ دفعي چيو هو، سمنڊ جون به صفتون مون کي ڏاڍيو

حيران ڪندڙيون آهن، هڪ ته سمنڊ کي پيو ڪنارو نه ٿيندو آهي؛ ۽ ٻيو ته سمنڊ پوڙهو نه ٿيندو آهي. پوءِ، انهن ئي ڏينهن ۾ چيو هئائين، تون مون کي ان ڪري به وڻندو آهين، جو سمنڊ وانگر بيچين رهندو آهين. ان رات دير تائين، مون پنهنجي روح لاءِ قيامت تائين بيچين رهڻ جي دعا گهري هئي.

ويجهڙائيءَ ۾ اوچتو؛ خوابن جهڙي شام ۾، هڪ ڪن لاءِ، هڪ پَلَ لاءِ هوءَ مون کي تعبيرن وانگر ملي هئي. عبادت ۾ منهنجي ديوانگي ڏسندي چيو هئائين، سمنڊ ۽ محبت ڪرڻ وارا ڪڏهن پوڙها نه ٿيندا آهن. موڪلائڻ کان اڳ مون کان وچن ورتو هئائين. چيو هئائين، پنجن سالن جي اُن پار متعلق ڪهاڻي ضرور لکجانءِ جنهن کي ميهڙ ۾ گولي لڳي هئي، ۽ پوءِ هو آسمانن ڏانهن اُڏامي ويو هو.

ان رات دير تائين مارگلهه ٽڪرين تان مون آسمان ڏانهن ڏٺو هو؛ آسمان تي ٽاڪيل تارن ڏانهن ڏٺو هو. ان رات، ميهڙ ۾ گولي کائي آسمان ڏانهن اُڏامي ويل ٻار مونکي ڏاڍو ياد آيو هو. مون محسوس ڪيو هو ته، آسمان تي ڪڙڪيل تارا اصل ۾ ڌرتيءَ جا اُهي ٻار آهن، جيڪي گولي کائي آسمان ڏانهن اُڏامي ويا آهن. هو آسمان جي عدالت ۾ ڌرتيءَ جي وحشين خلاف عيني شاهد آهن.

تشريح ۾ وضاحتون خوبصورتيءَ کي ختم ڪري ڇڏينديون آهن. تنهنڪري، سونهن جي بقا لاءِ مون سنڌوءَ جي باري ۾ ڪابه وضاحت نه ڏني آهي. منهنجي لاءِ ايترو ڪافي آهي ته، هوءَ منهنجي وجود ۾ دل وانگر ڌڙڪي رهي آهي، ۽ پنهنجي موجودگيءَ جو مونکي احساس ڏياري رهي آهي. مايوسين ۽ پريشانين ۾.هڪ پَلَ لاءِ هن مون کي اڪيلو نه ڇڏيو آهي. هوءَ منهنجي لاءِ ڇَپَر، هوءَ منهنجي لاءِ ڇانوَ آهي.

مون کي چڱي طرح ياد ناهي، پر سمجهان ٿو اپريل 1972ع جي پنجويهين يا ڇويهين تاريخ هئي. ڪراچيءَ ۾ شيزان هوٽل جي ڏاڪڻيءَ ڏريءَ پرسان ڇانهه پيئندي سراج مون کان هلال پاڪستان لاءِ هفتي ۾ پنج ڪالم لکڻ جو انجام ورتو هو. موٽ ۾ مون کانئس مڪمل آزاديءَ سان لکڻ جي پڪ ورتي هئي. اسان ٻنهي ڇهن سالن تائين هڪ ٻئي کي ڏنل عهدنامي تي سختيءَ سان عمل ڪيو. ڪجهه عرصي تائين ملڪ کان ٻاهر رهڻ جي باوجود مون ڪالمن جي سلسلي ۾ هڪ ڏينهن جي ڪوتاهي نه ڪئي؛ ۽ سراج

منهنجن پن هزار ڪالمن مان ڪنهن ٻه هڪ ڪالم ۾ ڦير گهير نه ڪئي. ها، ڪڏهن ڪڏهن، پر ورلي ايئن ٿيندو هو ڇو سراج ڇوائي موڪليندو هو تہ، يار اچوڪو ڪالم هلي نه سگهندو، ٻيو ڪو ڪالم لکي موڪل. آڪٽوبر 1977ع ۾ سراج هلال پاڪستان تان استيفيٰ ڏيئي ڇڏي. جنهن ڏينهن سراج هلال پاڪستان کي ڇڏيو، ان ڏينهن کان مون بہ ڪالمن تان هٿ کنيو. پراڻو صحافي ۽ براد ڪاسٽر شيخ عبدالرحيم اخبار هلال پاڪستان جو ايڊيٽر مقرر ٿيو. هن مون کان ٻيهر ڪالم لکڻ جي ڪوشش ڪئي. دل من هٺندي مون حامي ڀري ڇڏي، پر شيخ عبدالرحيم منهنجا ڇڙواڳ قسم جا ڪالم هلائي نه سگهيو. هن سينسرشپ جي ڊپ کان ڪالمن ۾ ڦيرگهير شروع ڪئي، تہ مون بہ ڪالم لکڻ کان نابري واري ڇڏي.

هن ڪتاب لاءِ جڏهن ڪالمن جي چونڊ ڇاڻ شروع ڪيم، تڏهن محسوس ڪيم تہ سراج ڪمال فراخدليءَ سان، ۽ تدبر سان مونکي برداشت ڪيو هو. ڏهن ڪالمن مان منهنجا سراسر نَوَ ڪالم بنهه بڪواس، واهيات ۽ ردي آهن. اهڙا ڪالم ڪنهن بہ صورت ۾ ۽ ڪنهن بہ حالت ۾ اشاعت لائق نہ هئا. پر سراج، آڻ لکيل عهدنامي تي قائم رهندي، هر طرح جا ڪالم ڇاپي ڇڏيا. ڪجهہ ڪالم 'خطرناڪ' ۽ 'ناقابل برداشت' جي دائري ۾ داخل آهن. اهڙن ڪالمن کي ڪنهن پارٽيءَ جي ترجمان اخبار ۾ شايع ڪرڻ وڏي همٿ ۽ حوصلي جو ڪم هو. جڏهن 1975ع ۾ حڪومت طرفان سمورن سنڌي رسالن تي مڪمل بندش وڌي ويئي هئي، تڏهن رد عمل طور جواب ۾ مون اهڙا ڪالم لکيا هئا، جن جو هلال پاڪستان ۾ شايع ٿيڻ ممڪن نہ هو؛ پر سراج نہ فقط منهنجا ڪالم شايع ڪيا، پر هن پاڻ بہ سخت قسم جا ايڊيٽوريل لکي ڇڏيا هئا.

هلال پاڪستان ۾ مون مختلف نوعيت جا ڪالم لکيا هئا. جيڪي ڪالم مستقل نوعيت جا هئا، ۽ عنوان ۽ موضوع جي لحاظ کان ڪهاڻي سان مشابهہ هئا، سي ڪالم مون ڇهن ڪتابن لاءِ مواد ۾ وراهي ڇڏيا آهن. منجهين انيڪ ڪهاڻين جا بنيادي خيال انهن ڪالمن ۾ قلمبند ڪيل آهن. باقي ڪالم مون رد ڪري ڇڏيا آهن.

هڪ دفعي ڪنهن مون کان پڇيو هو، پابنديءَ ۾ لکندي ڪيئن

محسوس ڪندو آهين؟ وراڻيو هيم، گذريل پاويهه سالن کان، جڏهن کان مان لکي رهيو آهيان، پابندين ۾ لکي رهيو آهيان. مان پابندين ۽ چئلينج آڏو وڏيڪ قوت ۽ جذبي جي اٿموت اُڇل سان لکي سگهندو آهيان. ڪو ڪو ذهن آتشڪدي وانگر هوندو آهي. تيل جي ڇنڊي سان ڀنيٽ ڪري ڀڙڪي اُٿندو آهي. منهنجي بدقسمتي اِها آهي جو عام رواجي حالتون مون کي لکڻ لاءِ آماده ڪري نه سگهنديون آهن. عام حالتون ملن ها ته شايد لکڻ کي به بي معنيٰ سمجهي ڇڏي ڏيان ها. گذريل پاويهن سالن کان مونکي لکڻ لاءِ نهايت ڏانوَ وڻان ماحول مليو آهي، ڌيڙ ڌونس، پوسٽ، گروه بندي، آڏيون پڇائون، انڪوائريون، ۽ بندشون!

مان لکڻ لاءِ مواد پنهنجي معاشري مان حاصل ڪندو آهيان. سن 1947ع کان هن ڪتاب جي اشاعت تائين اسان جي معاشري ۾ ڪجهه نه بدليو آهي. ڪالهه ۽ اڄ جي دوران ڪجهه نه بدليو آهي. تفتيش دوران پوليس لاڪپ ۾ ماڻهو مري ويندا آهن، پر پوليس جي اطلاعن موجب هو خودڪشي ڪري مري ويندا آهن. هو گهٽو ڪري اڳٿ سان پاڻ کي ڦاهو ڏيندا آهن، يا پٽين سان مٿو هڻي پنهنجو انت آڻيندا آهن. ان ۾ اسان جي نيڪ دل، نيڪ صورت ۽ نيڪ سيرت پوليس عملي جو دخل نه هوندو آهي. پوليس مقابلي ۾ مري ويل ماڻهو هميشه ڏاڙيل هوندا آهن، ۽ هو گهٽو ڪري چانڊيا هوندا آهن. مجبور ۽ بيوس عورتن کي اُگهاڙو ڪري تخليق آدم ۽ حوا جي توهين ڪئي ويندي آهي، ڪڏهن ڪنڊ ڪوٽَ ۾، ۽ ڪڏهن نواب پور ۾. هر حڪومت ماڻهن ۾ هر دلعزيز هئڻ جي خوشفهميءَ ۾ مبتلا هوندي آهي، ۽ عوام جي مڪمل حمايت جي دعويٰ ڪندي آهي. هر حڪومت هنگامن ۾ ٻاهرين هٿ ۽ مالي امداد جو ذڪر ڪندي آهي. هنگامن ۾ ماڻهو هميشه 'مُٺي ڀر' هوندا آهن. هر حڪومت جي دور ۾ پاڪستان پنهنجي نازڪ ترين دور مان گذرندي ٻڌايو ويندو آهي، ۽ ان دوران اتحاد تي اڳ کان وڌيڪ زور ڏنو ويندو آهي. پاڪستان ۾ پڙهيل ڪڙهيل ماڻهن جو تعداد مشڪل سان ڏهه سيڪڙو آهي. انهن مان ادب سان دلچسپي رکڻ وارن جو تعداد اٽي ۾ لوڻ برابر آهي. پر، هر دور ۾، هر دفعي هڪ افساني ۽ هڪ غزل مان ملڪ ۾ بدامني ۽ فساد پکڙجڻ جو انديشو محسوس ڪيو ويندو آهي. گذريل 37 سالن ۾ ڪجهه به نه

بدليو آهي – قطعي نہ بدليو آهي. رَوَيا ساڳيا آهن، فقط ماڻهو بدلجي ويا آهن. مان جڏهن ننڍو هوس تڏهن صوف جي ناليءَ ۾ ڪاٺڻ لاءِ مون کي ڦٽل ناسپاتي ڏني ويئي هئي. هينئر چيني کي صوف جي ناليءَ ۾ ڪاٺڻ لاءِ ڦٽل ناسپاتي ڏني ويئي آهي. ورياج کي نفعي جو نالو ڏيڻ سان سماجي، ۽ معاشرتي انقلاب نہ ايندو آهي. سوچڻ وارن گيڙو الفيون پاتي جوڳ ورتو آهي، ۽ معاشري کان منهن موڙي ريگستان جو رُخ ڪيو آهي. اهڙي معاشري ماڻ لکڻ لاءِ مواد حاصل ڪرڻ جو نتيجو اهو نڪتو آهي، جو منهنجي اُها ڪهاڻي جيڪا 1962ع ۾ اعتراض جوڳي سمجهي ويئي هئي، سا 1984ع ۾ بہ اعتراض جوڳي آهي. تاريخ جي ڪفن وارو اياز مڪراني اڄ تائين پهرين قطار ۾ نماز پڙهي نہ سگهيو آهي. آدم جي ماءُ خيرات لاءِ هٿ ڊگهيري اڄ بہ فٽ پاٿ تي ويٺي آهي. هن ڪتاب ۾ شامل ڪهاڻيون ذري گهٽ ڏهہ سال اڳ جون لکيل آهن، پر ايئن ٿيون محسوس ٿين ڄڻ اڄ جون لکيل آهن. ان ۾ ڪمال منهنجو يا منهنجين ڪهاڻين جو هرگز نہ آهي. سمورو ڪمال اسان جي سماجي، سياسي ۽ اقتصادي ڍانچي جو آهي، جيڪو چوواٽي تي ورهين کان لاوارث پيو آهي، ۽ سڙي ڳري رهيو آهي.

هر ملڪ ۽ معاشري ۾ ايڪسپلائيٽيشن جو ڪاروبار هلندو آهي. استحصال ٿيندو آهي. ماڻهن کي استعمال ڪيو ويندو آهي. ان ۾ تعجب جهڙي ڳالهہ نہ آهي. پر، جنهن معاشري ۾ ٻارن کي استعمال ڪيو وڃي، سو معاشرو وڏيڪ غليظ، بدبودار ۽ بيمار هوندو آهي. اسان جي معاشري ۾ ٻار استعمال ٿي رهيو آهي – ٻارو، شربت جي شيشيءَ سان هڪ پينسل مفت دڪاندار کان ضرور وٺجو! ٻارو، آئيسڪريم جي پياليءَ سان هڪ ڪٽمنڙو وٺڻ نہ وسارجو! ٻارو، ڪپڙن ڌوئڻ واري صابڻ سان گڏ هڪ ڪاپي وٺڻ نہ وسارجو! (ٻارو، پنهنجي پيءُ کي فلاڻي سگريٽ ڇڪڻ تي مجبور ڪيو، ڇو جو ان سگريٽ جي پاڪيٽ ۾ اوهان لاءِ هڪ خوبصورت اسٽيڪر شامل ڪيو ويو آهي!) ٻار سونهن جي علامت آهي. ٻار سچ جي علامت آهي. ٻار روشنيءَ جي علامت آهي. ٻار آئيندي جي علامت آهي. اسان جو معاشرو سچ ۽ سونهن جو دشمن آهي.

هر ليکڪ کي لکڻ لاءِ پنهنجو ڏانءُ ۽ اظهار جو طريقو هوندو آهي.

مان ضمير متڪلم (First Person Singular) ۾ وڏيڪ چٽائيءَ سان لکي سگھندو آهيان. ضمير متڪلم ۾ لکندي ڪهاڻين جا ڪردار مون کي واضح نموني نظر ايندا آهن. مان سندن آواز ٻڌي سگھندو آهيان. سندن باطن ۽ ظاهر جو جائزو وٺي سگھندو آهيان. اهوئي سبب آهي جو مون اڄ تائين ذري گھٽ سموريون ڪهاڻيون ضمير متڪلم ۾ لکيون آهن. ساڳي طرح هلال پاڪستان لاءِ لکيل ڪالم مون گھڻو ڪري ضمير متڪلم ۾ لکيا آهن. مان ميان ٿو تہ ليکڪ سڌي طرح، يا اڻ سڌي طرح پنهنجي تحرير ۾ موجود هوندو آهي. پر، اهو ضروري نہ آهي تہ ضمير متڪلم ۾ لکيل هر ڪهاڻي ليکڪ جي پنهنجي ذاتي ڪهاڻي هجي. جيڪڏهن ايئن هجي ها، تہ پوءِ، ضمير متڪلم ۾ لکيل هر ڪهاڻي ليکڪ جي آتم ڪهاڻي ٿي پوي ها. پر، ائين نہ آهي.

ڪُل جڳ ۾ عشق جي اوتار، سچل سرمست جو مان معتقد ۽ مريد آهيان. ورهيہ ٿيا جو مون پنهنجي وجود مان نفس ۽ خوديءَ کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. هينئر، مان، 'مان' نہ رهيو آهيان. مان ٻئي ڪنهن جي ذات ۽ وجود ۾ گم ٿي ويو آهيان. هن وضاحت جي ضرورت ان ڪري بہ محسوس ڪئي اٿم جو هن ڪتاب ۾ شامل سمورا ڪالم ضمير متڪلم ۾ لکيل آهن.

هلال پاڪستان ۾ منهنجا ڪالم هڪ ئي عنوان، 'تنهنجيون منهنجيون ڳالهيون' جي عنوان سان شايع ٿيندا هئا. هن ڪتاب لاءِ ڪالمن جي چونڊ ڪندي، مون هر ڪالم کي هڪ عنوان ڏيئي ڇڏيو آهي. حقيقت ۾ اخباري ڪالم لاءِ نہ مون کي ڏانءُ هو، ۽ نہ آهي. منهنجا ڪالم پڙهي ڪجھہ دوستن اعتراض ۽ تنقيد ڪندي چيو هو تہ، ڪالم جي نالي ۾ جليل جيڪي ڪجھہ لکي رهيو آهي، سو ڪنهن بہ صورت ۾ ڪالم لاءِ مواد نہ آهي. مون سندن تنقيد کي تڏهن بہ قبول ڪيو هو، ۽ هينئر بہ قبول ڪيو آهي. اصل ۾ مون ڪالمن جي نالي ۾ ننڍڙيون ننڍڙيون ڪهاڻيون لکيون آهن. تنهنڪري، ڪتابن لاءِ ڪالمن کي ترتيب ڏيندي محسوس ڪيم تہ هر ڪالم کي ڪنهن ڪهاڻيءَ وانگر هڪ عنوان ڏيئي ڇڏيان.

مختصر ڪهاڻيون ۽ ٻيا ليک هن ڪتاب لاءِ مون چئن حصن ۾ ورهائي ڇڏيا آهن – 'ٽٽل آئيني ۾ عڪس'، 'چينو'، 'پيهي منجهہ پاڻ' ۽ 'سنڌو منهنجي ساهہ ۾'. هر حصي ۾ هڪ ئي موڊ ۽ تاثر واريون ڪهاڻيون ڏنيون

ويون آهن. ’تتل آئيني ۾ عڪس‘ واري حصي ۾ انهن انسانن جون ڪهاڻيون آهن جيڪي حالتن هٿان چچرجي ويندا آهن. هو مري وڃڻ کان پوءِ به جيئرا رهندا آهن، ۽ تاريخ جي صفحن ۾ پنهنجي عارضي شڪست کي مستقل فتح ۾ بدلائي ڇڏيندا آهن.

مان اجا ڄائو نه هوس، تڏهن عبدالرحمان ڏاڙيل جي هر طرف ڌاڪ ويٺل هئي. وڏڙا ڳالهه ڪندا آهن ته ڪيس گولي اثر نه ڪندي هئي. ورهين جا ورهيه واءُ ۽ وڄ وانگر سرڪشي ڪندو رهيو. ناموس ۽ بدناميءَ جي وچ ۾ جيئرو رهيو. چوندا آهن ته ٻارن ۽ ٻڍن، ۽ عورتن جو احترام ڪندو هو. ڌاڙو هڻندي قرآن شريف يا نياڻي اڳيان آيس ته بيٺي پير موٽي ويندو هو. هڪ دفعي روهڙيءَ ويجهو درياهه ۾ وهنجندي پوليس جي گولين جو بک ٿي ويو. چون ٿا ته عبدالرحمان هاري هو، پر حالتن هٿان مجبور ٿي ڌاڙيل ٿي پيو، ورهين کان پوءِ، مون لکڻ مس شروع ڪيو هو، جو عالمو ڪوسي جو نالو ٻڌڻ ۾ آيو هو. ناميارو ڌاڙيل هو. هڪ دفعي اخبارن ۾ آيو ته عالمو ڪوسو پوليس سان مقابلي ۾ مارجي ويو. هو گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد ۾ بي. اي جو شاگرد هو، ۽ هڪ غريب هاريءَ جو پٽ هو. هن ڪتاب جي تياريءَ دوران خبر آئي آهي ته ڌاڙيل پرو چانڊيو پوليس مقابلي ۾ مارجي ويو آهي. پرو چانڊيو هڪ هاريءَ جو پٽ هو. منهنجو هيءُ ڪتاب ڪنهن هاريءَ جي اُن پٽ لاءِ آهي جيڪو في الحال عبدالرحمان ڌاڙيل، عالمو ڪوسو ۽ پرو چانڊيو ٿي نه سگهيو آهي. ڪتاب جي ڇپجڻ تائين شل هو جيئرو هجي، ۽ پوليس مقابلي ۾ مارجي نه ويو هجي.

امر جليل
17، مئي، 1984ع

شعبو – ايجوڪيشنل ٽيڪنالوجي
علامه اقبال اوپن يونيورسٽي، اسلام آباد

# گدڙ

سانجهيءَ ويل هڪ قبرستان مان لنگهندي سڏ ٻڌم، ”گدڙ، اسلام عليڪم!“

مان بيهي رهيس. منهنجي بدران جيڪڏهن بيو ڪو شخص قبرستان ۾ سڏ ٻڌي ها، ته جيڪر ڊپ وچان سراپجي وڃي ها. ڊپ محسوس ڪرڻ بدران مونکي ڪاوڙ لڳي. مون رڙ ڪندي چيو، ”ڳالهه ٻڌ جن. مان گدڙ ناهيان، مان ماڻهو آهيان.“

آواز آيو، ”ماڻهن ۾ ڪي ماڻهو شينهن هوندا آهن، ته ڪي وري گدڙ.“

”يانئجي ٿو، تون ڪو فلاسافر جن آهين.“ مون جن کي رهڙ ڪيندي چيو، ”ڳالهه ٻڌ. مونکي جڏهن به ڪو گدڙ سڏيندو آهي، تڏهن مونکي سخت ڪاوڙ لڳندي آهي.“

”مان جن ناهيان“، آواز آيو.

”جيڪڏهن جن ناهين، ته پوءِ توکي ڪيئن خبر پيئي ته مان گدڙ جي نالي سان به سڏبو آهيان؟“ مون ڪاوڙ وچان پڇيو.

هڪ گدڙ منهنجي سامهون اچي بيٺو. گدڙ چيو، ”مان اصلوڪو، يعني سچو پچو گدڙ آهيان. مان ماڻهن ۾ گدڙ سڃاڻي وٺندو آهيان.“

گدڙ کي ڳالهائيندي ڏسي حيران ٿيم. نه پنهنجن ڪنن تي اعتبار آيو، ۽ نه ئي اکين تي. پر، گدڙ باقاعدي ڳالهائي رهيو هو. گدڙ چيو ”اڄڪلهه ماڻهن ۾ گدڙن جو تعداد وڌي رهيو آهي.“

مون گدڙ کان پڇيو، ”تون ڏسڻ ۾ ته سچو پچو گدڙ آهين، پر تون ڳالهائي ڪيئن ٿو سگهين؟“

جواب ڏيڻ بدران گدڙ مون کان پڇيو، ”ڇا تو اڳ ڪنهن گدڙ کي ڪڏهن به ڳالهائيندي نه ٻڌو آهي؟“

”نه، ڪڏهن به نه،“ مون جواب ڏنو.

”ان ۾ نہ تنهنجو، ۽ نہ ئي تنهنجي ڪَنن جو ڏوهہ آهي“ گدڙ چيو، ”ڦير تنهنجي مشاهدي ۾ آهي. روزانو هزارين گدڙ ڳالهائيندا آهن، ۽ ٽيڪنالاجيءَ کان وٺي بايولاجيءَ تائين دنيا جي هر موضوع تي ڳالهائيندا آهن.“

”اهو انسانن جي بهادريءَ ۽ دليريءَ تي سراسر الزام آهي.“ مون احتجاج ڪندي چيو، ”توکي ڪوبہ قانوني يا آئيني حق نہ ٿو پهچي گدڙ، تہ تون اسان انسانن کي بدنام ڪندو رهين.“

گدڙ چيو، ”انسانن بہ اسان گدڙن کي خوب بدنام ڪيو آهي.“

چيم، ”اهو بہ انسانن تي الزام آهي.“

”الزام آهي!“ گدڙ ڪاوڙ وچان چيو، ”انسانن پنهنجن هٿ ٺوڪين ڪتابن ۾ هٿ ٺوڪيون چوٽيون وجهي ڇڏيون آهن، انهن مان هڪ چوٽي آهي، گدڙ ڊاک نہ پڄي، آکي ٿو کٽا.“

”ڇا اهو ڪوڙ آهي.“ مون گدڙ کان پڇيو.

”ها.“ گدڙ وراڻيو، ”اهو سراسر ڪوڙ آهي. اها چوٽي گدڙن جي عظمت خلاف پروپئگنڊا آهي. اسين گدڙ باقائدي ڊاک جي ڇڳن تائين پهچي سگهندا آهيون، ۽ ڊاک کائيندا آهيون.“

”سو وري ڪيئن؟“ گدڙ کان پڇيم.

گدڙ وراڻيو، ”گدڙن ڏاڪڻيون خريد ڪيون آهن.“ ✦

# لٺ

مون ڏاڏي کي چيو، ”پنهنجي لٺ تي ڏيکار.“

ڏاڏي مونکي پنهنجي لٺ ڏيکاري.

لٺ جي هڪ پاسي هٿ رکندي ڏاڏي کان پڇيم، ”هيءَ تہ آهي تنهنجي لٺ جو هڪ مٿو. تنهنجيءَ لٺ جو ٻيو مٿو ڪٿي آهي؟“

ڏاڏو منهنجي سادگيءَ تان کِليو. منهنجي هٿ مان لٺ ورتي، ڦيرائي، مٿيون پاسو هيٺ، ۽ هيٺيون پاسو مٿي ڪندي چيائين، ”هيءَ آهي منهنجيءَ لٺ جو ٻيو مٿو.“

ڏاڏي جي لٺ کي هٿ لڳائيندي ڏاڏي کان پڇيم، ”يار ڏاڏا، تنهنجيءَ لٺ کي ٻہ مٿا ڇو ٿيندا آهن؟“

”دنيا جي هر لٺ کي ٻہ مٿا ٿيندا آهن، پر ماڻهو استعمال فقط هڪ ڪندا آهن.“ ڏاڏي چيو،” لٺ جي ٻئي مٿي کي فقط ڏاڏا استعمال ڪندا آهن. تنهنڪري ابوجهہ ويچارا ڏاڏي جي لٺ کي ٻہ مٿا سڏيندا ۽ محسوس ڪندا آهن.“

ڏاڏي جي ڳالهہ ٻڌي مان ڏاڍو حيران ٿيس. ڏاڏي کي چيم، ”مون کي ٻيهر پنهنجي لٺ ڏسڻ ڏي.“

ڏاڏي مونکي لٺ ڏيئي ڇڏي.

ڏاڏي جي لٺ دنيا جي ٻئي ڪنهن بہ لٺ جهڙي ڏسڻ ۾ پئي آئي. ان لٺ ۾ مونکي ڪابہ غير معمولي خوبي نظر نہ آئي. ڏاڏي جي لٺ مون ڏاڏي کي موٽائي ڏني.

مان حيران، پريشان سڌو پنهنجيءَ نانيءَ وٽ آيس.

منهنجي ناني جهور پوڙهي آهي. چيلهہ ڪمان وانگر ڇبي ٿي ويئي اٿس. هلندي، تہ لٺ ٽيڪي هلندي!

مون پنهنجي نانيءَ کي چيو، ”ناني، مونکي پنهنجي لٺ ڏيکار.“

نانيءَ مون کي پنهنجي لٺ ڏسڻ لاءِ ڏيئي ڇڏي. مون نانيءَ جي لٺ کي غور سان ڏٺو.

نانيءَ پڇيو، ”ڇوڪرا ڇا پيو ڏسين؟“

”تنهنجيءَ لٺ جا مٿا پيو ڏسانءِ“ نانيءَ کي لٺ موٽائيندي چيم، ”تنهنجيءَ لٺ کي ٻہ ٻہ مٿا آهن، ناني.“

”فقط ڏاڍي جي لٺ کي ٻہ مٿا ٿيندا آهن.“ نانيءَ چيو، ”منهنجيءَ لٺ کي هڪ فقط مٿو آهي.“

ان کان پوءِ مان هڪ پوليِ وٽ ويس، جنهن جي هٿ ۾ ڪنهن دور انديش صاحب لٺ ڏيئي ڇڏي هئي. مون ويجهو وڃي، پوليِ واري لٺ جو جائزو وٺڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ناڪام رهيس. پولو زور زور سان لٺ ڦيرائي رهيو هو، ۽ ڏوڙيو مچائي ويٺو هو.

مان پنهنجي نانيءَ ڏانهن موٽي ويس. نانيءَ کان پڇيم، ”ناني، جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڏاڍو هجي، ۽ سندس لٺ کي ٻہ مٿا بہ هجن، ۽ مٿان وري اهو ڏاڍو جيڪڏهن پولو بہ هجي، تہ پوءِ ڇا ٿيندو آهي، ناني؟“

نانيءَ وراڻيو، ”تڏهن عام ماڻهو ڏاڍي ۽ پوليِ ۾ فرق محسوس ڪري نہ سگهندا آهن. هو فقط لٺ کان ڊڄندا آهن.“ ✦

# طوطو

هڪڙي طوطي پنهنجي مالڪ کي چيو، ”مالڪ، مونکي پڃري مان ٻاهر ڪڍ.“

مالڪ کليو. چيائين، ”توکي پڃري مان ٻاهر ڪڍندس، ته تون اُڏامي ويندين.“

”نه مالڪ.“ طوطي وراڻيو، ”اڏامڻ منهنجي وس جي ڳالهه ناهي.“

”تنهنجي ڳالهه تي ڪهڙو اعتبار.“ مالڪ چيو، ”تون پکي آهين، تنهنڪري ڪنهن وقت به اڏامي سگهين ٿو.“

”بدڪ، ڪڪڙ، ۽ اُٺ پکي به پنهنجي ساءِ پکي آهن، پر اُڏامي نه سگهندا آهن.“ طوطي چيو، ”يقين ڪر مالڪ، مان به اُڏامي نه سگهندس.“

”ته پوءِ پڃري مان ٻاهر نڪرڻ چو ٿو گهرين؟“

”پر پکيڙڻ لاءِ.“

”تون پڃري ۾ به پر پکيڙي سگهين ٿو!“

”پڃرو سوڙهو آهي، مالڪ.“

”آئي ايم ساري، پيرٽ.“

”ڊونٽ بي ساري، ماسٽر.“ طوطي چيو، ”مون کي پڃري مان ٻاهر ڪڍ. مان پڃري تي چڙهي ويهندس ۽ هرگز اُڏامي نه ويندس.“

مالڪ زماني ساز هو. چيائين، ”تون طوطو آهين. تنهنجي ڳالهه تي ڪهڙو اعتبار!“

”ماڻهو آنڪ ڏيئي، طوطي کان قسمت جو ڪارڊ ڪڍرائي، ان تي اعتبار ڪندا آهن.“ طوطي چيو، ”مان ته پوءِ به گهريلو طوطو آهيان. واعدي جو پڪو آهيان.“

مالڪ مُڙڻ جو نه هيو. مڙس ماڻهو هيو. طوطي کي چيائين، ”مسٽر طوطا، مان تنهنجي لاءِ ڪجهه وڌو، يعني خلاصو پڃرو ناهرائيندس.“

"ٿينڪ يو، ماسٽر."

"ان ۾ هڪ بدران ٻہ پينگهون لڳل هونديون."

"سو ڪائينڊ آف يو، ماسٽر."

"۽ ان ۾ ٻن بدران ٽي پياليون رکيل هونديون."

"ٽي پياليون ڇا جي لاءِ، مالڪ."

"هڪ پيالي پاڻيءَ لاءِ، ٻئي اوٻاريل دال لاءِ، ۽ ٽئين ساون مرچن لاءِ."

"يو آر گريٽ، ماسٽر." طوطي چيو، "پر، اُهو وڏو ۽ خلاصو پڃرو ڪڏهن تيار ٿيندو، مالڪ؟"

"ان پڃري جي ٺهڻ ۾ ڪجهہ ڏينهن لڳندا." مالڪ وراڻيو، "في الحال توکي ان سوڙهي پڃري ۾ رهڻو آهي."

طوطي چيو، "في الحال جيڪڏهن تون مونکي پڃري مان ٻاهر ڪڍين، تہ تنهنجو ٿورائتو رهندس. ۽ هرگز اُڏامي نہ ويندس."

مالڪ هڪدم پڃري جو در کولي، طوطي کي ٻاهر ڪڍي پڃري جي مٿان ويهاري ڇڏيو.

طوطو مالڪ جي فراخدليءَ تي خوش ٿيو. چيائين، "منهنجي ڳالهہ تي نيٺ اعتبار ڪيئي نہ، مالڪ!"

"مون تنهنجي ڳالهہ تي هرگز اعتبار نہ ڪيو آهي، مسٽر طوطا." مالڪ چيو، "مونکي ياد آيو، تہ مون تنهنجا پَرَ ڪَپي ڇڏيا آهن، ۽ تون اُڏامي نہ سگهندين." ✦

# انٽرويو

گذريل هفتي سرڪاري باغيچي ۾ هڪ ببر شينهن پنهنجي پڃري مان ٻاهر نڪري آيو. چار ڪلاڪ پڃري جي ٻاهران گذارڻ کان پوءِ، ببر شينهن ماڻڙيءَ ۾ اندر هليو ويو. پڃري ۾ وڃڻ کان اڳ هن اخباري نمائندن لاءِ ڪوبه بيان نہ ڏنو، فقط فوٽا ڪڍائي هليو ويو.

شينهن جي پڃري مان ٻاهر اچڻ، ۽ ٻيهر پڃري ۾ موٽي وڃڻ جي خبر اخبارن وڏي شدمد سان شايع ڪئي هئي.

شينهن متعلق خبر کان وڌيڪ مون کي شينهن جي نالي متاثر ڪيو. شينهن جو نالو رستم هيو. اسان جي ادب ۾ شينهن ۽ رستم، بهادري، دليري ۽ شجاعت جي علامت سمجهيا ويندا آهن. اڄڪلهہ ڪاغذي شينهن جو دور آهي. ان خيال کان، تہ ماڻهو ڪٿي سرڪاري باغيچي جي پڃري ۾ ويٺل شينهن کي ڪاغذ جو شينهن نہ سمجهي ويهن، باغيچي جي رکوال وڏيءَ دانشمنديءَ وچان شينهن جو نالو رستم رکي ڇڏيو آهي. مان دل ئي دل ۾ رکوال جي عقل ۽ فهم کي ساراهڻ کان سواءِ رهي نہ سگهيس. رکوال جي اشاري ڏانهن ڌيان تہ ڪريو! رستم ۽ شينهن پڃرن ۾ بند آهن!

جڏهن بہ ڪو شينهن پڃري ۾ اندر ويندو آهي، يا پڃري کان ٻاهر ايندو آهي، تڏهن اسين پنهنجي اخبار لاءِ ان شينهن جو انٽرويو ضرور وٺندا آهيون. اهو اسان جو دستور آهي. وڏي جاکوڙ کان پوءِ رستم شينهن کان انٽرويو وٺڻ جو اجازتنامو مليو. ياد رهي تہ، شينهن جو انٽرويو وٺڻ لاءِ اڳواٽ درخواست ڪرڻي پوندي آهي. پوءِ، جيستائين اجازتنامي جي صورت ۾ انٽرويو وٺڻ جي پرمٽ نہ ملندي آهي، تيستائين ڪنهن بہ شينهن جو انٽرويو وٺي نہ سگهبو آهي.

بهرحال، سرڪاري باغيچي جي ببر شينهن سان انٽرويو جو احوال ڪجهہ هن ريت آهي:

سوال: رستم شينهن صاحب، ڇا اِهو سچ آهي، تہ اوهين پڃري مان ٻاهر اچڻ کان پوءِ، پيهر پنهنجي مرضيءَ سان پڃري ۾ واپس هليا ويا؟

جواب: اي بي دين، دهريا، ملحد اخباري نمائندا، اول سلام ڪر، پوءِ ڪلام ڪر، پوءِ سوال ڪر.

سوال: اسلام عليڪم، رستم شينهن صاحب.

جواب: وعليڪم سلام. نيڪ خصلت اخباري نمائندا.

سوال: سائين، ڇا اهو سچ آهي تہ...

جواب: بلڪل سچ آهي، تہ مان پنهنجي مرضيءَ سان پڃري ۾ موٽي ويو هوس.

سوال: شينهن هميشه پڃرن، پابندن ۽ زنجيرن خلاف بغاوت ڪندا آهن، اها شينهن جي روايت آهي. اوهان جو پيهر پڃري ۾ موٽي وڃڻ ان روايت جي خلاف ورزي ناهي؟

جواب: باغي شينهن جو فقط ٿارزن جي ڪهاڻين ۾ ذڪر ايندو آهي. مان سچو پچو شينهن آهيان. مان هن پڃري ۾ ڄائو آهيان. پڃري ۾ وڏو ٿيو آهيان. پڃري ۾ ٿي اول عشق، ۽ پوءِ شادي ڪئي اٿم. فيملي پلاننگ ڪاتي جي خلاف ورزي پڃري ۾ ڪئي اٿم. اڌ ڊزن ٻار ٿيا اٿم. پڃري ۾ رهڻو اٿم، پڃري ۾ مرڻو اٿم. منهنجي پياري زال شينهڻ بہ تہ پڃري ۾ بند آهي.

سوال: ٿوري دير لاءِ اوهين جڏهن پڃري کان ٻاهر نڪتا، تڏهن اوهان آزاديءَ جي هوا ۽ ماحول ۾ ڇا محسوس ڪيو؟

جواب: مون محسوس ڪيو، تہ هيءَ سڄي دنيا هڪ وڏو پڃرو يا وڏو قيدخانو آهي. جنهن ۾ هزارين، لکين، ڪروڙين ننڍڙا ننڍڙا پڃرا ۽ قيدخانا ٺهيل آهن.

سوال: اوهان تي رستم نالو اوهان جي پيءُ رکيو، يا ماءُ؟

جواب: مون تي رستم نالو سرڪاري باغيچي جي رکوال، ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن جي مرضيءَ مطابق رکيو آهي. شڪر آهي، جو هنن مون تي يو پيءَ ۽ سي پيءَ جي ڪنهن شاعر جو نالو نہ رکيو، نہ تہ ماڻهو مونکي شينهن بدران رستو سمجهن ها.

سوال: اوهان کي پنهنجو نالو رستم پسند آهي؟

جواب: ان نالي ۾ وڏي معنيٰ آهي – تاريخ آهي؛ تہ هر دور ۾ رستم ۽ شينهن پڃرن ۾ بند هوندا آهن. نالو مونکي پسند آهي.

سوال: پڃري ۾ اوهانَ کي ڪا تڪليفِ تہ ناهي؟

جواب: فقط هڪڙي، پاسي واري پڃري جو گدڙ مون تان کلندو آهي.

سوال: اوهان جي وڏي مهرباني شينهن رستم صاحب جو اوهان قيمتي وقت سيڙائيَ، هيءُ ڪارائتو انٽرويو ڏنو.

جواب: هاٿي گم ٿي وڃ. بدبخت اخباري نمائندا. ✦

# گـٽيش

اسان جي پاڙي ۾ جنهن ٻار ڄمڻ کان پوءِ روئڻ شروع نہ ڪيو آهي، سو ٻار خان محمد جي گهر پيدا ٿيو آهي. خان محمد کي سيئي ڇٽا خانو ڪري سڏيندا آهن. سندس زال ڪيس خانو ڪري نہ سڏيندي آهي.

هوءَ ڪيس جاڻ جا پيءُ ڪري سڏيندي آهي. جاڻ اصل ۾ خانوءَ جو وڏو پٽ آهي، ۽ هن جو نالو آهي جان محمد. مٿس نالو پئجي ويو آهي - جاڻ.

ڇينو ۽ مان خانوءَ جي گهر وياسين. خانوءَ جي گهر ٻاهران ماڻهن جو انبوهہ بيٺو هو. واري واري سان هرڪو ڇٽو خانوءَ جي گهر اندر پئي ويو، ۽ خانوءَ جي خاموش پٽ کي ڏسي ٻاهر ٿي آيو.

مونکي خانوءَ جي بيوقوفيءَ تي افسوس ٿيو. هو ڏوڪڙن ڪمائڻ جو سونهري موقعو هٿان وڃائي رهيو هو.

ڪجهہ عرصو اڳ ڪراچيءَ ۾ هڪ شخص جي گهر اهڙو ٻار پيدا ٿيو هو، جنهن کي نڪ جي جاءِ تي سونڍ ۽ ٻن ٻدران چار ٻانهون ۽ چار ٽنگون هيون. هن شخص ٻار ڏسڻ لاءِ ماڻهن کان پيسا اوڳاڙڻ شروع ڪيا. ڪجهہ عرصي تائين هن خوب ڏوڪڙ ڪمايا. نيٽ ايڪسائيز ۽ ٽيڪسيشن کاتي وارن کي خبر پئجي ويئي، وجي مٿان ڪڙڪيس. ڪانئس تفريحي ٽيڪس اوڳاڙي ورتائون. پٺي جو پوليس کي خبر نہ اها بہ اچي الاهي آفت وانگر مٿان پيس. جيئن تيئن ڪري کين راضي ڪيائين. پوءِ هڪڙي ڏينهن سي. آءِ. ڊيءَ وارا ڪيس گرفتار ڪري ويا. هن واءُ ويلا ڪئي تہ ٻيلي مان بيڏوهي آهي. عجيب ٻار کي الله سائينءَ پيدا ڪيو آهي، مون پيدا نہ ڪيو آهي ۽ جيڪڏهن ڪيو بہ آهي تہ ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي!

ڪيس ڏنڊي ڏيکاريندي چيائون، "ماٺ ڪر، اجايو موچڙا نہ کائين، تون هندستان جو ايجنٽ آهين."

عجيب ٻار جو غريب پيءُ ڊڄي ويو. ڊڄندي ۽ ڪنبندي چيائين،

”جيئندا قبلا، اوهان کي ڪنهن دشمن خبر ڏني آهي تہ مان هندستان جو ايجنٽ آهيان. اصل ۾ مان ڪميشن ايجنٽ آهيان.“

پيهر ڪيس ڏنڊي ڏيکاريندي چيائون، ”اسان کي پڪ آهي تہ تون هندستان جو ايجنٽ آهين، چو جو تنهنجي گهر گٽيش پيدا ٿيو آهي!“

پر پوءِ، ان ڪان اڳ جو گٽيش جو پيءُ سي. آءِ. ڊيءَ هٿان پنهنجي تاريخ جاگرافيءَ جو ستيا ناس ڪرائي، هن هٿ ٻڌي ڪين عرض ڪيو، ”منهنجي عجيب ٻار کي ڪٽي اچو.“

سي. آءِ. ڊيءَ وارا عجيب ٻار کي ڪٽي آيا، جنهن کي نڪ جي جاءِ تي سونڊ ۽ ٻن ٻدران چار ٻانهون ۽ چار ٽنگون هيون. عجيب ٻار جو پيءُ ٻار جي سونڊ ۾ هٿ وجهي سٽ ڏني، ۽ سونڊ پٽي سي. آءِ. ڊيءَ وارن کي ڏني. ان ڪان پوءِ هن ٻار جون ٻہ ٻہ ٻانهون ۽ ٻہ ٻہ ٽنگون پٽي ورتيون، ۽ اهي ٻہ سي. آءِ. ڊيءَ وارن کي ڏيئي ڇڏيون.

سي. آءِ. ڊيءَ وارن کي خبر پيئي تہ عجيب ٻار اصل ۾ عجيب نہ هو، ۽ هن جو غريب پيءُ اصل ۾ غريب نہ هو. هو هندستان جو ايجنٽ نہ هو. بلڪ، ربڙ جي رانديڪن جو ڪميشن ايجنٽ هيو. هن پنهنجي ٻار کي ربڙ جي سونڊ ۽ ربڙ جون ٻہ ٻہ ٻانهون ۽ ٽنگون چنبڙائي ٻہ پلاٽ، هڪ پيٽرول پمپ ۽ هڪ ٽرڪ خريد ڪري ورتي هئي. مڙس بچي ويو.

خان محمد عرف خانوءَ جي خاموش پٽ سان ملاقات جو احوال اوهان کي ٻئي ڪنهن دفعي ٻڌائبو. في الحال حق موجود! ✦.

# خانڻ

خان محمد عرف خانوءَ جي خاموش پٽ کي ڏسڻ جو نيٺ اسان کي وارو مليو.

چينو ۽ مان اندر وياسين.

خانوءَ جو خاموش پٽ، جيڪو هفتي ڪن جو مس هيو، هڪ پينگهي ۾ پيو هو، ۽ آرام سان لوڏا کائي رهيو هو. پينگهي کي لوڏا ڏيڻ لاءِ پينگهي سان هڪ رسي ٻڌي ڇڏي هئائون. رسيءَ جو ٻيو حصو در جي طاق هيٺان لنگهائي ٻئي ڪمري ۾ ڪٽي ويا هئا. اتان، رکي رکي خانوءَ جي خاموش پٽ کي لوڏا ڏيئي پئي ورتائون.

چينو ۽ مان جڏهن پينگهي جي پرسان وڃي بيناسين، تڏهن خانوءَ جي خاموش پٽ جون اکيون بند هيون، ۽ وات کليل هو. سندس کليل وات ۾ آواز جو آثار نه هو.

خانو منهنجي پاسي ۾ اچي بيٺو. مون خانوءَ کان پڇيو، ”تنهنجو پٽ ڪڏهن کان خاموش آهي؟“

وراڻيائين، ”جڏهن کان ڄائو آهي.“

”ڪمال آهي!“ مون ٻار ڏانهن ڏسندي چيو، ”تنهنجو پٽ بنا ڪنهن احتجاج جي دنيا ۾ هليو آيو آهي.“

خانوءَ کلندي چيو، ”ويچارو صابرين آهي.“

”صابرين ناهي.“ مون خانوءَ کي چيو، ”تنهن جو پٽ سنڌي اديب آهي.“

خانو حيران ٿيو. پنهنجي پٽ ڏانهن ڏسندي مون کان پڇيائين، ”منهنجو پٽ سنڌي اديب آهي؟“

”ها.“ چيم، ”وڏو ٿي افسانا لکندو، شاعري ڪندو، يا ناول تي طبع آزمائي ڪندو.“

”طبع آزمائي ڇا ٿيندي آهي؟“ خانوءَ پڇيو، ”ان ۾ جوکم جهڙو ڪم ته ڪونهي نه؟“

”جوکم جو ڪم آهي هوائي جهاز هلائڻ ۾.“ مون خانوءَ کي چيو، ”جيستائين تنهن جو پٽ ادب ۾ طبع آزمائي ڪندو، تيستائين خير خوبيءَ سان زندگيءَ جا ڏهاڙا گذاريندو، ۽ جڏهن طبع آزمائي ڇڏي ادب لکندو ۽ شايع ڪرائيندو، تڏهن سمجهه ته جوکم جهڙو ڪم ڪندو.“

خانوءَ چيو، ”مان پنهنجي پٽ کي وڪالت پڙهائي وڪيل ڪندس.“

هڪدم چيم، ”ڏاڍو ڪامياب ويندو.“

”الا!“ خان محمد جو وات ڦاٽي ويو. پڇيائين، ”توکي ڪيئن خبر پيئي ته منهنجو پٽ ڪامياب وڪيل ٿيندو؟“

”ڳالهائي جو نه ٿو!“ ورائيم، ”اڄڪلهه جي دور ۾ جيڪو وڪيل بنهه نه ڳالهائيندو آهي، ۽ فقط ڪيس ملتوي ڪرائڻ لاءِ تاريخون وٺندو آهي، تنهن کي نهايت ڪامياب وڪيل چئبو آهي.“

خانو ۽ مان ڳالهائي رهيا هئاسين جو اوچتو ئي اوچتو خانوءَ جو خاموش پٽ ياڳها ڦاڙي روئڻ لڳو. اسين سخت حيران ٿياسين. مون چيني کان پڇيو، ”اڙي چرپٽ، ڇهنڊڙي وڌي اٿسين ڇا؟“

چيني پشيمان ٿيندي چيو، ”نه.“

پڇيومانس، ”ته پوءِ هن روئڻ ڪيئن شروع ڪيو؟“

چيني چيو، ”مون ڪانئس ڪن ۾ هڪڙي ڳالهه پڇي، ۽ هن روئڻ شروع ڪري ڏنو.“

پڇيومانس، ”ڇا پڇيوسين؟“

”پڇيومانس، امر جليل جو افسانو پڙهندين.“ چيني چيو، ”بس، ايتري پڇڻ تي روئڻ شروع ڪيو اٿائين.“ ✦

# مشغولي

سنڌي رسالن تي بندش پئجي وڃڻ کان پوءِ (1975ع) سنڌي اديب ۽ شاعر واندا ٿي پيا آهن، ۽ اڄڪلهه پنهنجين مشغولين ۾ وقت ڪاٽي رهيا آهن. مون پنهنجن ڪجهه اديب شاعر دوستن سان ملاقات ڪئي، ۽ ڪاٽڻ حال احوال ورتو. هتي، اڄ انهن ملاقاتن جو احوال مختصر نموني ڏجي ٿو، دوستن جا نالا ڄاڻي واڻي مخفي رکيا ويا آهن.

هڪڙي نوجوان شاعر سان ملڻ ويس. خبر پئي جاءِ جي ڇت تي ويٺو هو ۽ لغڙ اڏائي رهيو هو. سندس مائٽ مونکي ڇت تي وٺي ويا. چيائين، ته جڏهن کان سنڌيءَ جا سمورا رسالا بند ڪيا ويا آهن، تڏهن کان هو ڇت تي لغڙ اڏائي رهيو آهي. شاعر دوست مونکي ڏٺو. پڇيائين، ”لغڙ اڏائڻ تي ته بندش نه وجهندا نه؟“

وراڻيم، ”لغڙ ته ڪجهه لکندين ته ضرور بندش وجهندا.“

شاعر چيو، ”مون لغڙ تي لفظ عيد مبارڪ لکيو آهي.“

هڪدم چيم، ”جيڪڏهن سنڌيءَ ۾ لکيو اٿئي ته پوءِ بندش وجهندس.“

ان کان پوءِ مان پنهنجي همعصر افسانه نگار دوست وٽ ويس. هو پنهنجي ڪمري ۾ مکيون ماري رهيو هو. هٿ ۾ ويڙهيل سيڙهيل اخبار هئس ۽ هو ميز تي چڙهيو بيٺو هو ۽ مکين تي حملا ڪري رهيو هو. پڇيومانس، ”ڇا پيو ڪرين، يار.“

وراڻيائين، ”مکيون پيو ماريان.“

چيم، ”موجوده ماحول ۾ ڏاڍو سٺو ڪم آهي. مونکي پڻ مکين مارڻ جي تلقين ٿي آهي. مان پڻ انشاءَ الله تعاليٰ مکيون مارڻ شروع ڪندس.“

پوءِ مان هڪ ٻئي اديب وٽ ويس، جيڪو شاعري به ڪندو آهي ۽ افسانا به لکندو آهي. سندس گهران ٻڌاياؤن ته سمهيو پيو آهي. مون ساڻس ملڻ جي خواهش ظاهر ڪئي، وڏيءَ جاکوڙ کان پوءِ مونکي سندس ڪمري

۾ وجهڻ ڏنائون. مون اديب دوست کي ننڊ مان جاڳايو. چيائين، ”مهرباني ڪري هليو وڃ. مان اڄڪلهه ننڊ ڪرڻ جو عالمي رڪارڊ قائم ڪري رهيو آهيان.“

اتان مان هڪ ٻئي شاعر دوست جي گهر ويس. هو رنڌڻي ۾ هو، ۽ پنهنجي ڪتبن لاءِ ماني پچائي رهيو هو. مون کيس تڪليف نه ڏني.

منهنجو هڪ پيارو دوست ادب ۾ تنقيد جو ڪٽر حامي آهي، ۽ سڄو ڏينهن تنقيد ڪندو آهي. ملڻ ويومانس. سندس گهران ٻڌايائون ته باغ ۾ آهي. مان کيس ملڻ لاءِ باغ ڏانهن ويس. اسان جو نقاد دوست باغ ۾ پوپٽ پڪڙي رهيو هو. مون کي ڏنائين. پڇيائين، ”تون به پوپٽ پڪڙڻ آيو آهين ڇا؟“

وراڻيم، ”مان گاهه کائڻ آيو آهيان.“

چيائين، ”سٺو شغل آهي.“

آخر ۾ مان پنهنجي هڪ ٻئي اديب دوست سان ملڻ ويس. در کڙڪايم، سندس پٽ نڪري آيو. وات ۾ چوسٽي ۽ هٿ ۾ جهنجهڻ هوس. پڇيومانس، ”پٿهين ڪٿي آهي؟“

وات مان چوسٽي ڪڍي جواب ڏنائين، ”اڙي يوڪ، مون کي نٿو سڃاڻين! اڄڪلهه واندو آهيان. چوسٽي وات ۾ وجهي جهنجهڻ سان راند ڪندو آهيان.“ ✦

# ٻڪر

ڪالهہ شام ميڪليوڊ روڊ تان لنگهندي هڪ ٻڪر ڏٺم. ٻڪر بدن ۾ پورو پنو 'هو، ۽ سندس سگ تنڍڙا ۽ ڪاتن جهڙا هئا. رنگ عام رواجي ٻڪرن جهڙو هوس. چنهنبائي، تکن ۽ ڪاتن جهڙن سڱن ڪان سواءِ ظاهري طرح مونکي ان ٻڪر ۾ ڪابہ نمايان خصوصيت نظر نہ آئي. ڪيس پريس ٽرسٽ بلڊنگ جي ٻاهران بيگانن وانگر بيٺل ڏسي، مان بيهي رهيس، ۽ ڪجهہ ڪجهہ اچرج وچان ڏانهس ڏسڻ لڳس.

ڪراچيءَ جهڙي شهر ۾ ڪنهن ٻڪر جو سڙڪن تي بنا مالڪ جي بيگانن وانگر نظر اچڻ، حيرت انگيز منظر آهي. هن شهر ۾ بيگانا ماڻهو تہ ڇڏيو، بيگانا فرشتا بہ ڪڇي ويندا آهن! اهڙي شهر ۾ هڪ ٻڪر جي ميڪليوڊ جهڙي رستي تي بيگانن وانگر نظر اچڻ: مونکي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو.

بجليءَ جي ٿنڀي کي ٽيڪ ڏيئي مان ٻڪر ڏانهن ڏسڻ لڳس. ٻڪر هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ ڪان پوءِ، بي نيازيءَ سان هلندو، منهنجي پاسي ۾ اچي بيٺو. مون دل ۾ سوچيو، تہ هن ٻڪر پڪ مونکي پنهنجو ماڻٿ سمجهيو آهي، تنهن ڪري منهنجي پاسي ڪان اچي بيٺو آهي! مون کيس ڪيڪاريندي چيو، "مائٽ، خوش تہ آهين نہ."

ٻڪر ڪرڙي اک سان مون ڏانهن ڏٺو، پوءِ پڇيائين، "تون ان شخص جو دوست آهين نہ. جنهن جي زال بيحد بندري، ۽ بيحد ٿلهي آهي؟"

"ها." وراڻيم، "مان فدا حسين ڦودني جو دوست آهيان."

"مون کي هن جي تلاش آهي." ٻڪر چيو، "مان ڦودني کي ماريندس."

مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. ٻڪر ڪان پڇيم، "ڦودني تنهنجو ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي، جو هن جي ڪڍ ڪُر ڏوئي پيو آهين؟"

ٻڪر وراڻيو، "هن مون کي پنهنجي بيحد ٿلهيءَ ۽ بيحد بندريءَ زال جي نالي تي قربان ڪرڻ لاءِ خريد ڪيو هو. اها ڪا اشرافت آهي!"

چيم، ”قرباني ڪرڻ تہ ثواب آهي.“
”تون سمجهين ٿو، تہ مان قيامت ڏينهن ٻُوڏني جي پوائتي زال کي ڪٽي پل صراط پار ڪري سگهندس! ڪري نہ پوندس!“ ٻڪر چيو، ”تنهنجي دوست کي پنهنجي زال لاءِ هاٿيءَ جي قرباني ڏيڻ گهرجي.“
”تہ تون اهو ٻڪر آهين، جنهن کي فدا حسين پنجن سَوَن ۾ ٻڪرا پڙيءَ مان خريد ڪيو هو؟“
”ها. مان اهوئي ٻڪر آهيان، ۽ مونکي تنهنجي دوست جي تلاش آهي.“
”هن کي وري تنهنجي تلاش آهي.“ ٻڪر کي ٻڌايم، ”جڏهن کان تون رسي ڇنائي ڀڳو آهين، تڏهن کان فدا حسين ٻُوڏنو دربدر آهي.“
ٻڪر پڇيو، ”چو در بدر آهي؟“
وراڻيم، ”ٻُوڏني جي زال جو خيال آهي تہ تون ٻُوڏني جي غفلت سبب فرار ٿي ويو آهين.“
ٻڪر کليو. چيائين، ”چڱي سزا ملي اٿس.“
مون ڪنهن بہ ٻڪر کي اڳ ڪڏهن کلندي نہ ڏٺو هو. حيران ٿيم. ٻڪر کان پڇيم، ”يار دلفريب ٻڪر، تون کلي بہ سگهين ٿو!“
”ها، مان کلي بہ سگهندو آهيان.“ ٻڪر پڇيو، ”هڪ ٻڪر کي ڳالهائيندي ڏسي تون نہ ڊنو آهين، ۽ نہ ئي اچرج ۾ پيو آهين!“
”اسان جي ملڪ ۾ ٻڪر ڳالهائيندا آهن.“ چيم، ”اها ٻئي ڳالهہ آهي، تہ ٻڪرن جو ڳالهائڻ ڪوبہ ٻڌي نہ سگهندو آهي.“ ✦

# حقير

هڪ شخص کي جڏهن چيو ويو هو، تہ تون بيوفا آهين، تڏهن هن وراڻيو هو، "برابر مان بيوفا آهيان. مان بيوفا ان ڪري آهيان جو ماڻهو آهيان. وفادار ڪتا ٿيندا آهن."

ان ڏينهن مونکي ڪتن جي حال تي رحم آيو هو. اهو سچو ڏينهن مون ڪتن لاءِ ارمان ڪندي گذاري ڇڏيو هو. ماڻهوءَ بيوفا هئڻ جي باوجود احترام جوڳو آهي. ڪتو وفادار هئڻ جي باوجود ڌڪار جوڳو آهي! مون گهڻو سوچيو، تہ ائين ڇو آهي! پر مونکي ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ آيو. مون هڪ سياڻي کان ان باري ۾ سمجهاڻي ورتي. هن چيو، "ڪتو ڪيڏو بہ ڪٽي وفادار هجي، پر مالڪ جي موت کان پوءِ مالڪ جي جنازي کي ڪلهو ڏيئي نہ سگهندو آهي، ۽ نہ ئي کيس قبر ۾ لاهي سگهندو آهي."

اها ڳالهہ ٻڌي مان خوش ٿيس. انسان جي عظمت ۾ منهنجو اعتقاد پختو ٿي ويو، ۽ مون ڪتي کي حقير ڄاتو.

سياڻي چيو، "ڪتو پنهنجي پُڇ سبب بہ بدنام آهي."

"سو ڪيئن؟" پڇيم.

جواب مليو، "ڪتي جي پُڇ کي سچو سال نَڙَ ۾ وجهي رکجي ۽ پوءِ ٻاهر ڪڍجي، تڏهن بہ سڌو نہ ٿيندو، وريل ئي مِلندو."

چيم، "اها تہ وڏي خاصيت آهي."

"وڏي خاصيت!"

"ها."

"سو وري ڪيئن؟"

"خارجي اثرن سبب انسان پنهنجي اصليت وڃائي ويهندو آهي، پر، ڪتو ۽ ڪتي جو پڇ ڪڏهن بہ پنهنجي اصليت نہ وڃائيندا آهن."

"ها. اصليت برقرار رکڻ سٺي ڳالهہ آهي." سياڻي چيو، "پر اصليت

جهڙي نيڪ شيءِ جي ذڪر ۾ جيڪڏهن ڪتي جي پڇ جو ذڪر نہ ڪجي تہ بهتر."

"ڇو؟"

"ڇو جو ڪتو نهايت پليد جانور آهي."

"عجيب ڳالھ آهي."

"ڪتو هر حال ۾ انسان جي مقابلي ۾ حقير آهي."

"ڪيئن؟"

هو ڪليو: چياتين، "ڪتو راڳ ڳائي نہ سگهندو آهي."

"برابر."

"ڪتو تقرير ڪري نہ سگهندو آهي."

"ٺيڪ."

"ڪتو شيوِ بہ ڪري نہ سگهندو آهي."

"مڃيم."

"ڪتو پرائيز بانڊ خريد ڪري نہ سگهندو آهي، ۽ نہ ئي اميدن جي سهاري جِي سگهندو آهي."

"برابر."

"هڪ ٻيءَ ڳالھ ۾ بہ ڪتو انسان کان حقير آهي!"

"اها ڪهڙي ڳالھ؟"

"ڪتو ڪلي نہ سگهندو آهي."

"مان ڪتي جي حقير هئڻ بابت دليل مڃي چڪو آهيان." چيم، "ڪتو وڏو ڪو بدبخت جانور آهي!"

"پيو نہ تہ!" سيائي چيو، "ڪتو ڪالم ۽ افسانا بہ لکي نہ سگهندو آهي." ✦

# گامون

هڪڙي ڏينهن گامون سچار ڏاڍي غور سان پنهنجي ننڍڙي پٽ ٻبڻ جو هٿ ڏسي رهيو هو.

جوٽس سر تي اچي ڪڙڪيس. پڇيائينس، ”موئا گامون، تون ڪڏهن کان نجومي ٿي پيو آهين؟“

”مان وڏو آڙيڪاپ نجومي آهيان، ٻچان.“ گامونءَ ورائيو، ”منهنجي نجوم جو پروفيسر هاسانند جادوگر بہ معتقد هيو.“

”پيو ڪو اها ڳالهہ ڪري ها، تہ جيڪر مٽي تي اکروٽ پچانس ها.“ گامونءَ جي زال، ٻچان چيو، ”پر، جيئن تہ تون گامون سچار آهين، ۽ ڪوڙ نہ ڳالهائيندو آهين، تنهنڪري تنهنجي ڳالهہ تي اعتبار ڪريان ٿي. هاڻي ٻڌاءِ تہ اسان جي پٽ ٻبڻ جي هٿ ۾ ڇا لکيل آهي.“

”ان ڳالهہ تان لهي وڃ ٻچان.“

”ڇو؟“

”بس منهنجي ڳالهہ مڃ اجايو ضد نہ ڪر.“

”ايئن چئہ تہ ڄاڻين ڪجهہ بہ نہ ٿو، اجايو رعب ٿو رکين.“

”اها ڳالهہ ناهي ٻچان!“

”ڪوڙا ڪنهن جاءِ جا!“ ٻچان پنهنجي مڙس جو نقل ڪندي چيو، ”پروفيشر هاشانند زادوگر منهنجي نجوم جو متقد هو! هونهہ!“

”تو منهنجي غيرت کي للڪاريو آهي، ٻچان.“ گامونءَ پنهنجي زال جي اکين ۾ ڏسندي چيو، ”تنهنجيون اکيون هوبهو مٿل ڏنيري جي اکين جهڙيون آهن، پر تنهن هوندي بہ نهايت خطرناڪ ٿيون ڏسجن. مان ڊپ.وچان توکي سڀ ڪجهہ ٻڌائي ڇڏيندس.“

ٻچاڻ کي پنهنجي مڙس گامونءَ تي ڏاڍا خار لڳا. عام حالت ۾ جيڪر مٿو ڪچو ڪري ڇڏيس ها، پر ڊپلوميسيءَ جو ثبوت ڏيندي خاموش رهي، فقط ايترو چيائين، ”چڱي طرح هٿ ڏسي، مون کي ٻبڻ جي باري ۾ هرڪا ڳالهہ ٻڌاءِ.“

گامون پنهنجي پٽڪڙي پٽ ڊڊڻ جو پٽڪڙو هٿ ڪٽي پنهنجي هٿ ۾ جهليو، ۽ چيو، ”ڊڊڻ وڏي لاڏ ڪوڏ سان پلجي وڏو ٿيندو. ماءُ پيءُ جو ڏاڍو پيار ملندس.“

بچان خوش ٿي، کلڻ لڳي.

”پوءِ هڪڙي ڏينهن ڊڊڻ اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ مان اڪ ڪارا ڪري، يعني علم حاصل ڪري فارغ ٿيندو، ۽ ڪجهه عرصي تائين بيروزگار رلندو رهندو.“

”آئي مان مينس!“

”پر پوءِ، هڪ نيٺ جاهل، پر وڏي اثر رسوخ واري معزز شخص جي سفارش سان ڊڊڻ کي نوڪري ملندي.“

”تنهنجا لک شڪرانا، منهنجا رب.“

”۽ بچان، هڪ ڏانهن ڊڊڻ شاديٰ ڪندو.“

”سهرا ڊڊڻ جا ڳايان، ڙي ڳايان!“

”ترس، اول ڊڊڻ جي هسٽري شيٽ ٻڌي وڃ.“ گامونءَ چيو، ”شادي ڪرڻ کان پوءِ ڊڊڻ اسان کان اکيون ڦيري ڇڏيندو.“

”نہ نہ!“

”هو سمورو وقت پنهنجي جوءِ کي خوش رکڻ جي رٿابندي ڪندو رهندو.“

”اهڙو مچو ٿيندو؟“

”بلڪل پنهنجي پيءُ تي ويندو.“

”يعني!“ بچان اکيون ڦوتاريون.

”اڳتي ٻڌ.“ گامونءَ چيو، ”ڊڊڻ نہ فقط اسان سان رکو ٿيندو، پر پنهنجن ڀائرن ۽ ڀينرن کان بہ اکيون متائي ڇڏيندو.“

”نہ نہ. ايئن هرگز نہ ٿيندو“ بچان پنهنجي پٽ ڊڊڻ ڏانهن ڏسندي چيو، ”اسين هن کي رت ست ڏيئي پالي وڏو ڪنداسين، ۽ هيءُ اسان کان ڦري ويندو! نہ نہ. ايئن هرگز نہ ٿيندو.“

”ايئن ٿيندو، بچان.“ گامون سچار مثل سپاهيءَ جو لوهي ٽوپلو مٿي تي رکندي چيو، ”ڊڊڻ منهنجو مربي پٽ آهي. انشا الله تعاليٰ منهنجي نقش قدم تي هلندو.“

”گامون،“ بچان تمام وڏي رڙ ڪئي. گامون ڀڄي ويو. ڊڊڻ روئڻ لڳو. ✦

# نيڪالي

هو ڊوڙندو پئي ويو. پڇندو پئي ويو. مون ڪيس سڏ ڪيو. هو نہ بيٺو. ڊوڙندو رهيو.

مون ڪيس پيهر سڏ ڪيو. چيم، ”ترس. تون ڪير آهين، ۽ ايتريءَ تيزيءَ سان ڪيڏانهن ڊوڙندو پيو وڃين؟“

هو نہ ترسيو. ڊوڙندو رهيو.

هن جي باري ۾ منهنجو تجسس وڌي ويو. مون هن جي ڪڍ ڊوڙڻ شروع ڪيو.

هن منهن ورائي مون ڏانهن ڏٺو. سندس منهن مان هراس ظاهر ٿي رهيو هو. هو ڪنهن خوف وچان ڊوڙي رهيو هو. مونکي پنهنجي ڪڍ ايندي ڏسي هن وک تکي ڪري ڇڏي. تمام تيزيءَ سان ڊوڙڻ لڳو. هن جي ۽ منهنجي وچ ۾ مفاصلو وڌڻ لڳو.

مون وڏي واڪ چيو، ”مان پوليس وارو نہ آهيان. مان انٽيليجنس ۽ سي. آءِ. ڊيءَ جو بہ ماڻهو نہ آهيان. ترس. مونکي احوال ڏي. تون ڪير آهين، جو ايتريءَ تيزيءَ سان ڊوڙندو پيو وڃين؟“

ڪو فرق نہ پيو. هو تيزيءَ سان ڊوڙندو رهيو، پڇندو رهيو. سوچيم، ايئن سندس ڪڍ ڊوڙندي، مان ڪيس پڇي نہ سگهندس، ڪيس پهچي نہ سگهندس. هو جڏهن وڏي وراڪي وٽ پهتو، تڏهن مان وراڪي بدران، ويجهو، سڌو ۽ سنئون سنواتو گس ورتي، هن جي منهن ۾ وڃي پيس. سهڪندي چيم، ”استاد، تون تکو آهين، پر مون بہ تو تائين پهچڻ جو قسم کڻي ڇڏيو هو.“

هو سهڪي رهيو هو. چيائين، ”مون کي نہ روڪ مونکي نہ بيهار. مونکي پڇي وڃڻ ڏي. مان هينئر هتي رهي نہ سگهندس.“

پڇيومانس، ”پر تون ڪير آهين؟“

تڏو ساهہ کڻيائين. چيائين، ”مان سنڌي ادب آهيان.“ ✦

# قداور

هلال پاڪستان ۾ گذريل هفتي (11 ڊسمبر 1974ع) ساڍن ائن فوٽن واري قداور مڙس عالم خان جو احوال ڇپيو هو. اهو احوال پڙهي اسان جي سموري سنگت کي اچرج ٿيو هو. اسين ڪارڪن اچا اچرج ۾ مبتلا هئاسين، جو هڪ همدرد مليو، جنهن ٻڌايو تہ عالم خان نہ فقط سيوهڻ جو ڊگهي ۾ ڊگهو شخص آهي، پر هو سموري دادو ضلعي ۾ سڀ کان قداور مڙس آهي. اسان کي همدرد جي همدرديءَ تي ويسا گهاتيءَ جو گمان ٿيو. پوءِ، جڏهن هڪ ٻيو همدرد مليو، تڏهن اسان جو شڪ سچو ثابت ٿيو. ٻئي نمبر همدرد ٻڌايو تہ، عالم خان نہ رڳو دادو ضلعي جو، پر سموريءَ سنڌ جو ڊگهي ۾ ڊگهو مڙس آهي. اسين سخت حيران ٿياسين. اسين ڪارڪن سنڌ جي ڪيترن ئي اصلي ۽ نقلي قداورن کي سڃاڻون. انهن ۾ عالم خان جو نالو ڪڏهن بہ نہ ٻڌو هوسين. همدرد کان پڇيوسين، ”عالم خان پاٽاريدار آهي؟“

”نہ.“

”عالم خان جي ڪامورڪي لڏي سان ياري آهي؟“

”بلڪل نہ.“

”حد جي سپاهين ۽ صوبيدار سان رهائي اٿس؟“

”اون هون.“

”پلا، عالم خان خون ڪيا آهن؟“

”نہ.“

”هارين نارين جون لچون ڪٽايون اٿائين؟“

”ڪڏهن بہ نہ،“ همدرد حيرت وچان اسان ڏانهن ڏسندي جواب ڏنو. پوءِ، اسان منجهان ئي ڪنهن همدرد کي جواب ڏنو، ”تہ پوءِ، عالم خان سنڌ جو قداور مڙس نہ آهي.“

همدرد چيو، ”هو سچ پچ سنڌ جو سڀ کان قداور مڙس آهي.“

”چريو ٿيو آهين، همدرد.“ ڪنهن چيس، ”سنڌ ۾ جيستائين ڪو شخص خون نہ ڪرائي، ڌاڙا نہ هڻائي، پين جون ڏيئرون ۽ پينرون نہ ڪٽائي، پوليس ۽ ڪامورن سان نہ رهائي، تيستائين ڪنهن بہ صورت ۾ سنڌ جو قداور مڙس ٿي نہ ٿو سگهي.“

همدرد مٿي تي هٿ رکي ويهي رهيو. چيائين، ”مان ڪهڙي نموني اوهان کي يقين ڏياريان، تہ عالم خان نہ فقط سنڌ جو، پر سڄي پاڪستان جو سڀ کان قداور مڙس آهي.“

”نهيو!“ ڪنهن چيو، ”اول هو سنڌ جو قداور شخص هو، ۽ هينئر پاڪستان جو قداور شخص ٿي پيو آهي.“

”اوهان منهنجيءَ ڳالهہ تي اعتبار ڪريو.“

”تلهو اعتبار ڪريون!“

”مان قسم کڻي ٿو چوان تہ هو پاڪستان جو سڀ کان قداور مڙس آهي.“

”يلا ٻڌاءِ تہ، عالم خان وٽ ڪارخانا آهن؟“

”نہ.“

”عالم خان وٽ پرڏيهي واپار جي هڪ هٽي آهي.“

”نہ.“

”چرس ۽ آفيم ٻاهر موڪليندو آهي؟“

”نہ، نہ!“

”ٻاهران شراب، سون، ڊالر ۽ پائونڊ سمگل ڪرائيندو آهي؟“

”نہ، نہ، نہ!“

”بين الاقوامي سازشن ۾ حصو وٺندو آهي؟“

”نہ، نہ، نہ، نہ!“

”تہ پوءِ ڪن ڪولي ٻڌي ڇڏ، مسٽر همدرد.“ اسان منجهان ڪنهن چيس، ”عالم خان کي ڪنهن بہ حالت ۾ پاڪستان جو قداور مڙس سمجهي نہ ٿو سگهجي.“ ✦

# تاثرات

ڪجهہ ڏينهن ٿيندا، ڪراچيءَ جي سرڪاري باغيچي ۾ هڪ نانگ جي آپريشن ڪئي ويئي هئي. نانگ جي آپريشن، پنهنجي نوعيت جي پهرين آپريشن هئي. اسان جي ملڪ ۾ روايت آهي، تہ جڏهن بہ ڪو وڏو، انوکو ۽ غير متوقع ڪم يا واقعو ٿيندو آهي، تڏهن اسين اخبار وارا عام ماڻهن کان ان ڪم يا واقعي متعلق تاثرات پڇندا آهيون.

ان سلسلي ۾ مان بہ پنهنجي ساٿي جيڏانهن منهن آيو، تيڏانهن ڪاهي پيس. ڪافي ماڻهن کان نانگ جي آپريشن بابت تاثرات معلوم ڪيم.

هڪ ڊاڪٽر، جيڪو سرڪاري اسپتال ۾ نوڪري ڪندو آهي، پر مريضن کي فقط پنهنجي پرائيويٽ ڪلينڪ ۾ ڏسندو آهي، تنهن کان جڏهن نانگ جي آپريشن بابت پڇا ڪيم، ”مونکي بيحد خوشي ٿي آهي، تہ اسان جي ملڪ ۾ نانگن جي نگهداشت طرف خاص ڌيان ڏنو پيو وڃي. نانگ معاشري جو ڪارائتو جز آهن. نانگن کان سواءِ صحتمند معاشري جو تصور بہ ڪري نہ ٿو سگهجي.“

ان سلسلي ۾ مون هڪ سرڪاري ٺيڪيدار سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي، جيڪو ان وقت هڪڙي ايگزيڪيوٽو انجنيئر کي سندس زال جي نالي ۾ رجسٽر ٿيل بلڪل نئين ٽويوٽا ڪرولا موٽر ڏيئي، ۽ عيوض ۾ ”پوئرمينس ڪالونيءَ“ جو ٺيڪو وٺي، آفيس مان ٻاهر نڪري رهيو هو. ٺيڪيدار نانگ جي آپريشن متعلق پنهنجا تاثرات بيان ڪندي چيو، ”مونکي اهو ٻڌي خوشي ٿي آهي، تہ نانگن جي زندگي بچائڻ لاءِ هر ممڪن اپاءَ ورتا پيا وڃن. نانگ جي آپريشن هن ملڪ جو عظيم ڪارنامو آهي. ان مان ظاهر آهي، تہ هينئر هرڪو نانگ صحتمند زندگي گذاريندو، ۽ حفاظت ۾ پلجندو رهندو. مان واسطيدار ماڻهن کي مبارڪ پيش ڪيان ٿو.“

ان کان پوءِ مان هڪ معزز شخصيت سان مليس جنهن جي هڪ

اشاري سان سرڪاري ملازمن جون بدليون، ۽ مقرريون ٿي وينديون آهن. هو سرڪاري نوڪرن کي سسپينڊ ۽ ڊسمس به ڪرائي سگهندو آهي. حد جا سمورا ڊاڙيل ۽ پوليس آفيسر سندس چئي ۾ هوندا آهن. هن نانگ جي آپريشن متعلق پنهنجن خيالن جو اظهار ڪندي چيو، ”نانگ جي آپريشن ان حقيقت جي تصديق آهي ته اسان جي ملڪ ۾ نانگن کي جيئري رهڻ جو قانوني، آئيني ۽ اخلاقي حق ملي چڪو آهي. هيئنر نانگن جي زندگي بچائڻ لاءِ نه فقط نانگن کي ترت طبي امداد پهچائي ويندي، پر کين قانوني محافظ به ڏنا ويندا. نانگ جي آپريشن يادگار ڪارنامو آهي.“

گهڻي پڇ پڇان کان پوءِ، مان هڪ آڙيڪاپ سياستدان جو انٽرويو وٺڻ ۾ ڪامياب ٿيس. اُهو سياستدان ڪو عام رواجي، يا معمولي سياستدان نه آهي. سندس سڀ کان وڏو ڪارنامو اهو آهي، جو هر دور ۾ سندس هاهاڪار ۽ نامياچار هوندو آهي. سياسي ردوبدل جو مٿس اثر نه ٿيندو آهي. سندس سج هميشه چوٽ چڙهيل هوندو آهي. هن نانگ جي آپريشن متعلق پنهنجو رايو ڏيندي چيو، ”حقيقت ۾ نانگ ملڪ جي سياسي، سماجي ۽ معاشي وهنوار ۾ نهايت اهم ڪردار ادا ڪندا آهن. مونکي خوشي ٿي آهي، ته نانگ خلاف تعصب کي ختم ڪيو ويو آهي، ۽ نانگن جي اهميت کي محسوس ڪيو ويو آهي. مونکي اميد آهي، ته هيئنر هر قسم جا نانگ بنا ڪنهن خوف خطري جي باوقار زندگي گذاريندا! ✦

# جواب

ڪنهن ڪنهن وقت پڙهندڙن جا ڪي خط، جيڪي ڊاڪٽر محمد صالح ميمڻ ۽ منهنجي پياري ساٿي سعدي ڏانهن لکيل هوندا آهن، سي پل سبان مون وٽ پهچي ويندا آهن. مان به پل وچان اهڙا خط کولي ويهندو آهيان، ۽ پوءِ پل وچان سمورا خط پڙهي ويندو آهيان. اڄ پل وچان مون اهڙن ڪجهه خطن جا جواب ڏنا آهن.

## خط نمبر 1

ڳوٺ هادو پاڏي کان پاڏي هادوءَ پنهنجي خط ۾ لکيو آهي، ته سائين مان بيحد غريب ۽ مسڪين آهيان، تنهن ڪري مون ڏيڊ ڊزن ٻار ڄڻيا آهن. مان اڄڪلهه هٿن جي خارش جنهن کي عام طرح "ڪارس" چئبو آهي، ۾ مبتلا آهيان. شروعات ۾ جڏهن منهنجن هٿن ۾ ڪارس شروع ٿي هئي، تڏهن ڳوٺ هادو پاڏي جي ڪجهه سياڻن مونکي اهو چئي علاج ڪرائڻ کان منع ڪئي هئي، ته هٿن جي ڪارس سنو سوڻ آهي. جنهن کي هٿن تي ڪارس ٿيندي آهي، تنهنکي دولت ملندي آهي. تنهن ڪري ڊاڪٽر صاحب، مون هٿن جي ڪارس جو علاج نه ڪرايو، ۽ دولت جو انتظار ڪندو رهيس. هينئر منهنجن هٿن جي ڪارس وڌي ويئي آهي ۽ مان ارڙهون ٻار ڄڻڻ کان پوءِ بيحد غريب ٿي ويو آهيان. مون ڪجهه رسالن ۽ اخبارن جا معما پريا، پر صحيح نه نڪتا. مون پنهنجي زال کي انشوئر به ڪرايو آهي، پر هوءَ مرڻ بدران ٻار ڄڻي رهي آهي. مهرباني ڪري ڪو علاج ٻڌائيندا.

علاج: پوليس، روينيو، ڪسٽم، پي. ڊبليو. ڊي ۽ ايڪسائيز کاتي ۾ وڃي نوڪري ڪر. تنهنجن هٿن جي ڪارس يا خارش لهي ويندي.

## خط نمبر 2

ڳوٺ پڏي آڏوائيءَ کان آڏوائي پڏو پنهنجي خط ۾ لکي ٿو، ته ادا

سائين هڪ عمارت بابت اشارن ۾ ڳالهايان ٿو. مهرباني ڪري ٻڌائيندا تہ اها عمارت ڪهڙي آهي. صحيح جواب ڏيڻ تي اوهان کي اڌ سير اڪروٽ انعام ۾ ڏنا ويندا. عمارت جا اشارا هن ريت آهن. عمارت هڪ ڳوٺ ۾ آهي. عمارت ۾ پنج ڪوٺيون آهن، جن جون ڇتيون اڏامي ويون آهن. ٽن ڪمرن جون پٽيون ڪري پيون آهن. ٻن ڪمرن جي پٽين جا ڇاپڙ لهي ويا آهن. عمارت ۾ گند جا ڍير آهن. ڪنڌن پاسن کان ڇارا لٽڪي رهيا آهن. هڪ ڪمري ۾ فرش تي ڇڳل تڏا وڇايل آهن، ۽ پاسي کان ٽن ٽنگن واري ميز ۽ هڪ ڇوڙن ڀڳل ڪرسي رکي آهي. تڏن تي ٻارڙا ويٺا آهن. ڪرسيءَ تي هڪ سنهڙو سڪل پوڙهو ويٺو آهي، ۽ جهوٽا کائي رهيو آهي. ادا ٻڌائيندا تہ اها عمارت ڇاجي آهي؟

جواب: اها عمارت سنڌ جي ڪنهن پرائمري اسڪول جي آهي. ✦

# پيٽ

ٻڌو هوم تہ پتين کي ڪَن ٿيندا آهن، تنهنڪري پتيون ٻڌي سگهنديون آهن. اها معلومات ملڻ ڪان پوءِ، مان خوش ٿيو هوس. سرهو ٿيو هوس. ورنہ، مونکي اها خبر هئي تہ پتيون خاموش هونديون آهن. پٿر وانگر بيحس هونديون آهن. پتيون مڪين لاءِ ماتمڪدو تہ ٿي سگهنديون آهن. پر مڪين جي ماتم ۾ شريڪ ٿي تہ سگهنديون آهن، پتيون غم ۾ شريڪ نہ ٿينديون آهن. پتيون دل کي آٿت نہ ڏينديون آهن. پتيون، بس پتيون آهن! خاموش تماشائي!

پر پوءِ، ڪنهن سياڻي ڪانوَ مونکي ٻڌايو. بلڪ منهنجي ڪَن ۾ وڏو، تہ پتين کي ڪَنَ ٿيندا آهن. مان خوش ٿيس.

پوءِ هڪڙي ڏينهن، مون هڪ پٽ سان ڳالهايو. پٽ کي چيم، ”پٽ، ڳالهہ ٻڌ. مان اڄڪلهہ پريشان آهيان. تنهنڪري، ماني گهٽ، ۽ غم وڌيڪ ٿو کاوان. تون ڪا صلاح ڏي تہ مان مسڪين ڇا ڪريان. مان ڪيڏانهن وڃان!“

اُها پٽ، دنيا جي ٻئي ڪنهن، بلڪ سيڪنهن پٽن وانگر خاموش رهي. سوچيم، پٽ کي منهنجي ڳالهہ دل سان لڳي آهي، تنهنڪري پٽ خاموش آهي.

پٽ کي وڌيڪ متاثر ڪرڻ لاءِ چيم، ”اڄڪلهہ منهنجي نوڪري خطري ۾ آهي. ۽، اُها ڇوڪري، جنهن سان مان محبت ڪندو آهيان، مون منجهان بيزار آهي. مون مٿي تيِ جيڪا ادب جي ٽوڪري ڪنئين آهي، تنهن ۾ يارن ڪنڊا پري ڇڏيا آهن. او پٽ، ٻڌاءِ تہ مان ڇا ڪريان. مان ڪيئن ڪريان. ڪيڏانهن وڃان!“

پٽ خاموش رهي. مون سوچيو تہ پٽ مون بابت، منهنجن مسئلن بابت تپسيا ۾ آهي، تنهنڪري خاموش آهي. ڪجهہ دير ڪان پوءِ ڪونہ ڪو جواب ضرور ڏيندي!

مون پٽ کي چيو، ”پر، اڄڪلهہ منهنجي لاءِ سڀ کان اهم مسئلو قلم جو آهي. قلم جا ڪيترائي استعمال آهن، پر شريفاڻا استعمال فقط ٽي آهن. هڪ تہ قلم سان لکي سگهجي ٿو، ٻيو تہ قلم سان سُٺڻ ۾ آڱٺ وجهي سگهجي ٿو ۽ ٽيون تہ قلم سان ڪَنَ مان مر ڪڍي سگهجي ٿي. هاڻي تون ئي ٻڌاءِ، پياري پٽ، تہ قلم جو صحيح استعمال ڪهڙو آهي؟“

پٽ اهڙي خاموش، جهڙي پٽ!

پٽ اهڙو ڪچي، جهڙي پٽ.

پوءِ، مونکي ياد آيو تہ منهنجي هڪڙي دوست هڪ دفعي هڪ پٽ جو سهارو ورتو هو. اُها پٽ منهنجي دوست مُتان ڪِري پيئي هئي. مان هڪدم پٽ کان پري ٿي بيٺس ۽ غور سان پٽ جو ڪَنُ ڳولڻ لڳس.

ڪجهہ دير کان پوءِ مونکي پٽ جو هڪ ڪن نظر آيو. مان خوش ٿيس. مون پٽ جي ڪن وٽ وات رکي وڏي واڪ چيو، ”پياري پٽ، مونکي هڪ سياڻي ڪانوَ ٻڌايو آهي، تہ ڀتين کي ڪن ٿيندا آهن. مون اهو پهاڪو هيئين سان هنڊايو آهي، پر ڪنهن پٽ جو ڪن اڄ زندگيءَ ۾ پهريون دفعو ڏٺو اٿم. ڇا تون منهنجو دردناڪ ۽ خطرناڪ داستان ٻڌي سگهين ٿي؟“

پٽ نہ ڳالهايو. پوءِ، پٽ جي ڪن مان هڪ ڪوئو نڪري آيو. خبر پئي تہ اهو ٽُنگ پٽ جو ڪن نہ هو، بلڪ ڪنهن ڪوئي جو ٻر هو.

پر، تنهن هوندي بہ سياڻي ڪانوَ جو ضد آهي، تہ ڀتين کي ڪن ٿيندا آهن. ✦

# صاحب

"هيلو."

"هيلو."

"صاحب آهي."

"ڪهڙو صاحب؟" هتي هرڪو صاحب آهي."

"وڏو صاحب."

"ها. ڳالهايان پيو."

"سائين سلاماليڪم."

"ماليڪم سلام."

"مان وڏيرو هڻ ڪڻ پيو ڳالهايان."

"او او! وڏيرو هڻ ڪڻ! سائين خوش، چاڪ، چڱا ڀلا."

"الله جو شڪر آهي."

"ڪو حڪم احڪام."

"عرض ڪرڻو اٿم."

"سائين ڪمال ٿا ڪريو، اوهان جو نمڪ ڪاڌو اٿئون. اوهين آرڊر ڪيو."

"هين. هين، هين. لک لائق."

"آهي ته خير نه؟"

"ها، پيو مڙيئي ته خير آهي. پر، هو، مون وارو هاري آهيِ نه..."

"ڪهڙو هاري؟"

"لڪمير."

"اڇا اڇا. جنهن اوهان جي خلاف درخواست ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، ۽ پوءِ اوهان سندس منهن ڪارو ڪري، گڏهه تي ويهاري سندس جلوس ڪڍيو.هو. اهو لڪمير نه؟"

”بلڪل اُهو. اصل ساڳيو.“

”وري ڦٽي اٿس ڇا؟“

”ها. ماستر ابراهيم ڪان هڪ ٻئي درخواست لڪائي اٿائين، جنهن ۾ پهرين درخواست، ۽ ان ڪان پوءِ جيڪا جُٽ ٿي اٿس، تنهن جو ذڪر ڪرايو اٿائين.“

”درخواست موڪلي ڇڏي اٿائين ڇا؟“

”هين، هين هين. عين وقت تي خبر پئجي ويئي. وجي پڪڙ ڪئي مانس.“

”قابو ڪجوس. مان اجهو ٿو حاضر ٿيان. حراميءَ کي خون جي ڪيس ۾ ٿو اچي ڦاسائڻو.“

”پر ماستر ابراهيم کي به ڇڏڻو ناهي. ڳوٺ ۾ ماڻهن کي اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب پڙهي ٿو ٻڌائي. ڳوناڻن کي اصل ٻر ڪري ڇڏيو اٿائين.“

”هن کي ٻن ڏوهن ۾ اچي ٿو پڪڙيان – هڪ ته بغاوت ڪرائڻ جو، ۽ ٻيو زوريءَ زنا جو.“

”لک ٿوراِ مهرباني. الله ان جو اجر ڏيندءِ.“ ✦

# روپوش

مان اڄڪلهہ روپوش ٿي ويو آهيان. ڪنهن کي هٿ اچڻ جو نہ آهيان. متان سمجهو تہ مونکي گمہ شم.قسم جي ڪا ٽولي هٿ لڳي ويئي آهي. نہ. اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪونهي. مان پنهنجيَ عقل جي زور تي رُوپوش ٿي ويو آهيان. مان خدا کي حاضر ناظر ڄاڻي، قسم کڻي ٿو چوان، تہ مان پوُليس جي مدد سان رُوپوش نہ ٿيو آهيان.

مان مختلف نمونن ۾ روپوش ٿيندو آهيان. ڪڏهن، ڪنهن گدڙ جي کل پائي بگهڙن وٽان لنگهي ويندو آهيان. بگهڙ اُلر ڪري ايندا آهن. مان ڪڙيءَ تي زور رکندو آهيان. پوءِ، بگهڙ جڏهن ويجهو اچي پهچندا آهن، تڏهن گدڙ جي کل لاهي، ڪنهن وڻ تي چڙهي ويندو آهيان. بگهڙ زومہ مان گدڙ جي کل تي اچي ٽُٽندا آهن، ۽ پوءِ گدڙ جي کل ڏسي شرمندا ٿي موٽي ويندا آهن.

ڪنهن وقت بگهڙ جي کل پائي گڏڙن ۾ ڪاهي پوندو آهيان. گدڙ جڏهن جان بچائي ڀڄي ويندا آهن، تڏهن مان بگهڙ جي کل مان ٻاهر نڪري ايندو آهيان.

روپوش رهڻ لاءِ مون مختلف کلن کي آزمايو آهي، ۽ سندن خامين ۽ خوبين کي معلوم ڪيو آهي.

مون کي کلن پائڻ جي تجربي مان خبر پئي آهي، تہ جيڪي ماڻهو رڇ جي کل پائيندا آهن، سي گهڻو ڪري شڪاري ڪتن جو کاڄ ٿي ويندا آهن، يا ڪنهن مداريءَ جي ور چڙهي ويندا آهن. جيڪي ماڻهو روپوش رهڻ لاءِ اڄ جي کل پائيندا آهن، سي ماڻهو دهلڙيءَ ٿي اُيا تي نچندا آهن. تنهنڪري رڇ جيَ کل پائڻ کان پاسو ڪجي.

ٻليءَ جي کل بہ ڪمہ نہ ايجيَ. اول تہ ٻليءَ جي کل ماڻهوءَ جي ماپ کان بنهہ ننڍڙي هوندي آهي. تنهن ڪري، جڏهن بہ ٻليءَ جي کل پائڻ جو

ارادو ڪبو آهي، تڏهن ڏهن – ٻارهن ٻلين جون ڪليون ڳنڍرائيون پونديون آهن. پر، ٻليءَ جي ڪل پائڻ سان ڪو خاص فائدو نه ٿيندو آهي. ماڻهو خواهه مخواهه ڇيڙا ڪارائيندا آهن.

روپوش رهڻ لاءِ سانڊيءَ جي ڪل به ڪارآمد ڪل آهي. سانڊيءَ جي ڪل جيئن ته ست رنگ مٽائيندي آهي، تنهنڪري روپوش رهڻ ۾ وڏي مدد ڪندي آهي.

روپوش رهڻ لاءِ سڀني کان لاجواب ڪل آهي، ڪتي جي ڪل! ماڻهو پنهنجي ساءِ ڪيڏو ئي دغاباز، دوکيباز، فريبي ۽ ميٺو ڪٺي ڇو نه هجي، پر ڪتي جي ڪل پائڻ ڪان پوءِ سچار ۽ وفادار مڃيو ويندو آهي، ۽ سندس قدر ڪيو ويندو آهي.

شينهن جي ڪل ۾ جتي وڏيون وڏيون خوبيون آهن، اتي وڏيون وڏيون خاميون به آهن. شينهن جهنگ جو بادشاهه هوندو آهي. تنهنڪري، روپوش رهڻ لاءِ جڏهن به شينهن جي ڪل پائي ڇڏبي آهي، تڏهن جهنگ جا سمورا جانور اچي سلامي ڏيندا آهن. ماڻهوءَ ڪي به جانور سڃيو ويو آهي. پر ماڻهو شينهن جو سلامي نه ٿيندو آهي. هو شينهن کي پڃري ۾ بند ڪري ڇڏيندو آهي، يا بندوق سان ماري وجهندو آهي. تنهنڪري، شينهن جي ڪل پائڻ ڪان پوءِ، ماڻهن ڪان مڙيئي پاسو ڪجي.

روپوش رهڻ لاءِ ڪڏهن به ماڻهوءَ جي ڪل استعمال ڪرڻ جو ارادو نه ڪجي، ڇو جو ماڻهوءَ ڪي ڪل ٿينديئي ڪونهي! ✦

# مرض

هڪ شخص پنهنجي نوجوان پٽ کي رسين سان ٻڌي، جڪڙي، قابو ڪري، ڪنيي ڪٽائي آيو، هڪ ڊاڪٽر وٽ!

ڊاڪٽر حيران ٿي ويو. ڪجهہ دير تائين ان شخص ۽ سندس جڪڙيل پٽ ڏانهن ڏسندو رهيو. مريضن جي پيهہ سبب ڊاڪٽر ان شخص سان وڌيڪ تہ ڪجهہ ڳالهائي نہ سگهيو، فقط ايترو چئي سگهيو تہ، مان چرين جو ڊاڪٽر نہ آهيان.

”منهنجو پٽ چريو ناهي، ڊاڪٽر.“ ان شخص چيو، ”منهنجي پٽ کي موتمار مرض لڳي ويو آهي.“

ڊاڪٽر غور سان نوجوان ڏانهن ڏٺو، ۽ پوءِ ان شخص کان پڇيو، ”ڪو عشق ٻشق، يا محبت ٻحبت جو چڪر تہ ناهي؟“

”نہ ڊاڪٽر.“ ان شخص وراڻيو، ”مرض نهايت خطرناڪ آهي، جنهن کي ادبي ٻوليءَ ۾ مهلڪ مرض سڏيندا آهن.“

”ڏسڻ ۾ تہ صحتمند ٿو اچي!“ ڊاڪٽر پڇيو، ”سلهہ تہ ڪونهيس؟“

”سلهہ هجيس ها تہ مان جيڪر فڪرمند نہ ٿيان ها!“ ان شخص پنهنجي مريضن ڏانهن ڏسندي، ڏاڍيءَ رازداريءَ واري نوع ۾ چيو، ”مان خدا جي خلق آڏو پنهنجي پٽ جي مرض جو ذڪر ڪري، پنهنجي پٽ کي بدنام نہ ڪندس. بس، ايترو چوڻ ڪافي سمجهو، تہ منهنجو پٽ نهايت ئي خطرناڪ قسم جي مرض ۾ گرفتار آهي. الله ڪو رحم ڪري!“

”بس بس مان سمجهي ويو آهيان. اڪثر نوجوان غلطيون ڪري وجهندا آهن، ۽ پوءِ اهڙن مهلڪ مرضن ۾ وڃي ويندا آهن.“ ڊاڪٽر چيو، ”توهين فڪر نہ ڪريو. مان پين مريضن مان واندو ٿي سمورا احوال وٺي ڪا موثر دوا ۽ سُيون لکي ٿو ڏيان.“

ڊاڪٽر ڪجهہ دير کان پوءِ واندو ٿيو. اُن شخص ۽ نوجوان وٽ اچي

بيٺو. نوجوان ڏانهن ڏسندي سندس پوڙهي پيءُ کي چيائين، ”ها، هاڻي سمورو احوال ڏيو.“

اُن شخص هيڏانهن هوڏانهن ڏسندي پڇيو، ”بيو ڪو مريض يا توهان جو ڪمپائونڊر ٻڌي ته نه وٺندو؟“

”ان ۾ لڪائڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي!“ ڊاڪٽر چيو، ”اهڙين بيمارين جا مريض اڪثر مون وٽ ۽ ٻين ڊاڪٽرن وٽ ايندا رهندا آهن.“

”اڇا!“ پوڙهو شخص حيران ٿي ويو. پڇيائين، ”ته ڇا اهو مرض ايڏو عام ٿي ويو آهي؟“

”اگهاڙين فلمن، فحش ڪتابن ۽ رسالن، ۽ ننگين تصويرن جا اگرا نتيجا نه نڪرندا، ته ڇا ڪي چڱا نتيجا نڪرندا!“ ڊاڪٽر چيو، ”سمورو معاشرو جنسي هيجان ۾ مبتلا آهي.“

”نه نه. اها ڳالهه ناهي،“ پوڙهي هڪدم چيو، ”منهنجو پٽ ڪنهن اهڙيءَ بيماريءَ ۾ ورتل ناهي. پر، ان کان بہ وڌيڪ خوفناڪ، خطرناڪ ۽ پوائتيءَ بيماريءَ ۾ ونجي ويو آهي.“

ڊاڪٽر اچرج وچان پڇيو، ”تنهنجي پٽ کي ڇا ٿيو آهي؟“

پوڙهي شخص وراڻيو، ”منهنجي پٽ سوچڻ شروع ڪيو آهي!“ ✦

# تنبيهہ

جڏهن مان بيحد بندور ۽ نندڙو هوندو هوس، ۽ منهنجي ناني بيحد پوڙهي ۽ ڪنبي هوندي هئي، تڏهن مان نانگن جي ٻرن ۾ هٿ وجهندو هوس، ۽ منهنجي ناني مونکي تنبيهہ ڪندي هئي. مان نانيءَ جي تنبيهہ کي اهميت نہ ڏيندو هوس، ۽ پابنديءَ سان نانگن جي ٻرن ۾ هٿ وجهندو رهندو هوس.

منهنجي ناني مونکي تنبيهہ ڪندي هئي. چوندي هئي، تہ جيڪي ماڻهو نانگن جي ٻرن ۾ هٿ وجهندا آهن، سي نقصان سهندا آهن.

ڪجهہ عرصي تائين پابنديءَ سان نانگن جي ٻرن ۾ هٿ وجهڻ کان پوءِ، جڏهن ڪجهہ بہ نہ ٿيو. يعني، منهنجو نقصان نہ ٿيو، تڏهن مونکي نانيءَ جي تنبيهہ تي کلڻ آيو.

منهنجي نانيءَ منهنجي کلڻ تي اعتراض ڪيو. چيائين، ڇورا، اڄ کلين ٿو، سياڻي روئيندين – نانگن جي ٻرن ۾ هٿ ٿو وجهين، هڪ ڏينهن پڇتائيندين.

پوءِ مون اوڙي پاڙي، ۽ پر واري قبرستان جي نانگن جي ٻرن ۾ هٿ وجهي ڏٺو، ڪجهہ نہ ٿيو. مون ان ڳالهہ جو نانيءَ سان ذڪر ڪيو. نانيءَ کي ڏاڍو ڏک ٿيو. چيائين تہ اهي نانگ الائي ڪيڏانهن ويا، جن جي ٻرن ۾ جڏهن هٿ وجهبو هو، تہ اڦٽ ڦٽڪائي، ماري وجهندا هئا!.

پوءِ هڪڙي ڏينهن منهنجي ناني مونکي تنبيهہ ڪندي مري ويئي. مان سمجهان ٿو، منهنجي نانيءَ جي مرڻ ۾ سندس تنبيهہ جو هٿ هو. هوءَ جيڪڏهن مونکي نانگن جي ٻرن ۾ هٿ وجهڻ کان منع نہ ڪري ها، تہ جيڪر ڪجهہ عرصو وڌيڪ جيئري رهي سگهي ها ۽ اونهاري جي گرمي سهڻ جو ثواب حاصل ڪري سگهي ها؛ بهرحال منهنجي ناني تنبيهہ ڪندي مري ويئي.

نانيءَ جي مرڻ جو مون کي ڪجهہ ڏينهن تائين افسوس رهيو، ۽ سندس

ڏک ۾ مون نانگن جي ٻرن ۾ هٿ وجهڻ ڇڏي ڏنو. گهڻي وقت کان پوءِ، نانيءَ جي ياد جڏهن منهنجي دل تان لهي ويئي، تڏهن نانگن جي ياد دل تي تري آئي.

مون زندگيءَ ۾ ٻيهر نانگن جي ٻرن ۾ هٿ وجهڻ شروع ڪيو.

هڪڙي ڏينهن، جڏهن مان نانگن جي ٻرن ۾ هٿ وجهي رهيو هوس، تڏهن پٺيان سنگيت جهڙو آواز ٻڌم. ڪنهن پڇيو، "ڇا پيو ڪرين؟"

هڪدم منهن ورائي پٺتي نهاريم. چيم، "جيئرن نانگن جي ٻرن ۾ هٿ پيو وجهان."

هوءَ کلي پيئي. ڇڻ ستن سرن جو ٻڙلاءُ ٿيو. چيائين، "ورهين ٿيا جو نانگ ٻر ڇڏي وستين ۾ وڃي رهيا آهن. هينئر اهي نانگ تنهنجي ڳوٺن ۾ آهن."

مون سندس اکين ۾ نهاريو. سندس اکيون ننڊيون، چمڪندڙ ۽ بيحد ڪشش ڪندڙ هيون. کانئس پڇيم، "تون ڪير آهين."

جواب ڏنائين، "مان نانگڻ آهيان. توکي ڦاسائڻ آئي آهيان." ✦

# سچاڳي

بس ۾ سفر ڪندي جهوٽا ويٺي کاڌم. پرسان ويٺل مسافر مونکي چيو، "ڪجهه شخص سمهڻ کان پوءِ جاڳندا آهن، ۽ ڪجهه شخص جاڳڻ کان پوءِ سمهي پوندا آهن."

مون ڪنڌ ورائي عجب وچان ڏانهنس ڏٺو. هو سٺ - پنجهٺ سالن جو پوڙهو هو. وار وڏا ۽ وچڙيل هئس. ڏاڙهي وڌيل ۽ وکريل هئس. ڪپڙي لٽي مان هو ديوانو پئي لڳو. مون ڪيس نظر انداز ڪري ڇڏيو ۽ جهوٽا کائڻ لڳس.

هن مون کان پڇيو، "تون جاڳڻ جي ڪوشش پيو ڪرين يا سمهڻ جي؟"

پوڙهي جو سوال مونکي پسند نه آيو. ڪو جوان جماڻ هجي ها ته جيڪر چند ڪڏي ڇڏيانس ها. هڪ نظر ڏانهس ڏسي، منهن ڦيرائي دريءَ کان ٻاهر ڏسڻ لڳس.

پوڙهي چيو، "جڏهن ويجهڙائيءَ واريون شيون نظر نه ايندیون آهن، تڏهن انسان پريون شيون ڏسڻ جي ڪوشش ڪندو آهي."

مون ڏانهنس ڏيان نه ڏنو.

پوڙهي چيو، "۽ جڏهن پريون شيون چٽيون نظر نه ايندیون آهن، تڏهن انسان رڳو ويجهڙائيءَ واريون شيون ڏسڻ جي ڪوشش ڪندو آهي."

سوچيم، پوڙهو پاڳل آهي - ديوانو آهي. ڪيس جواب نه ڏنم.

هن پڇيو، "تون ويجهڙائيءَ واريون شيون ڏسي سگهندو آهين، يا ڏورانهيون؟ يا، ٻئي شيون ڏسي سگهندو آهين؟ يا ڪجهه به ڏسي نه سگهندو آهين؟"

ڪجهه رڪائيءَ وچان ڪيس جواب ڏيندي چيم، "بزرگ، في الحال تون منهنجي پاسي ۾ ويٺو آهين، ۽ نهايت چٽو پيو نظر اچين."

ان کي نظر جو فريب چئبو آهي.“ پوڙهي چيو، ”حقيقت تي خواب جو، ۽ ڪڏهن خواب تي حقيقت جو گمان ٿيندو آهي.“

مون دل ۾ پيرن مرشدن کي ياد ڪيو.

”ڪجهه ماڻهو اول تعبير جو بندوبست ڪندا آهن، ۽ پوءِ خواب ڏسندا آهن، ۽ ڪجهه ماڻهو اول خواب ڏسندا آهن، ۽ پوءِ تعبير ڪرائيندا آهن.“ پوڙهي مون کان پڇيو، ”تون اول خواب ڏسندو آهين، يا تعبير ڪرائيندو آهين، ۽ پوءِ خواب ڏسندو آهين؟“

سوچيم، پوڙهو جيڪڏهن ان قسم جا سوال ڪندو رهيو، تہ پوءِ انشاءَ الله تعاليٰ مونکي بہ پاڻ جهڙو ڪري ڇڏيندو. مون اڳين اسٽاپ تي لهڻ جو ارادو ڪيو. اٿي بيهي رهيس.

”ڪجهه شخص محفل مچڻ کان اڳ اٿي ويندا آهن.“ پوڙهي مونکان پڇيو، ”تون محفل مچائيندو آهين، يا ڦٽائيندو آهين. يا متل محفل اڌ ۾ ڇڏي هليو ويندو آهين؟“

اڳئين اسٽاپ تي بس بيٺي. مان در ڏانهن وڌي ويس. ان کان اڳ جو مان بس مان لهي وڃان، ڪجهه مسافر ڌوڪيندا بس ۾ چڙهي آيا. الاءِ ڇو، لهڻ کان اڳ، مون منهن ورائي پوڙهي ڏانهن ڏٺو. پوڙهي چيو، ”زندگيءَ جي قافلي کان ڪجهه مسافر جدا ٿي ويندا آهن، ۽ ڪجهه نوان مسافر قافلي ۾ شامل ٿيندا آهن.“

مان بس مان لهي ويس. ✦

# آئينو

نٿ نانگر منهنجي عادت آهي. ان ڏينهن سوٽ بوٽ پائي، ٽاءِ ٻڌي ۽ تيل ڦليل ڪري مان سڌو وڃي آئيني آڏو بيٺس. آئيني تي دز چڙهيل هئي. ميرو ڪپڙو ڪڍي آئيني تان دز لاٿم ۽ پوءِ ڏاڍي پاٻوهه مان آئيني ۾ پنهنجو عڪس ڏانهن ڏٺم.

مار! منهنجا ته طاق لڳي ويا. عڪس ۾ منهنجي بدران هڪ گدڙ سوٽ بوٽ پائي، ٽاءِ ٻڌي ۽ تيل ڦليل ڪري بيٺو هو، ۽ مرڪي مرڪي مون ڏانهن نهاري رهيو هو. مونکي آئيني جا اها حرڪت قطعاً پسند نه آئي. آئيني کي پاراتا ڏيندي چيم، ”تون دنيا جو سڀ کان بدتميز آئينو آهين، جو عڪس ۾ مون بدران گدڙ کي کڻي ڏيکاريو اٿئي.“

آئيني جو عڪس ۾ گدڙ کليو. چيائين، ”يار، مان تنهنجي وجهو جو لازمي حصو آهيان، بلڪ مان تنهنجو وجود آهيان – تنهن هوندي به تون مون کي سڃاڻڻ کان انڪار ٿو ڪرين!“

”مان گدڙ ناهيان.“ ڪاوڙ وچان چيم، ”مان گدڙ ناهيان، مان گدڙ ناهيان.“

گدڙ چيو، ”پاڻ کي جيڪڏهن گدڙ مڃڻ کان انڪار ٿو ڪرين، ته پوءِ ٻئي ڪنهن آئيني آڏو وڃي بيهه ۽ منهنجي سامهون پري تي وڃ.“

رڙ ڪندي چيم، ”مان چو پري ٿيان! مان هن ئي آئيني ۾ پنهنجو عڪس ڏسندس.“

گدڙ چيو، ”پر اهو عڪس توکي پسند ناهي.“

چيم، ”هڪ گدڙ جي عڪس کي مان پنهنجو عڪس مڃڻ لاءِ تيار نه آهيان.“

”هيءُ تنهنجو پنهنجو عڪس آهي يار.“ گدڙ چيو، ”يقين ڪر، تون گدڙ آهين، ۽ آئيني ۾ توکي نظر ايندڙ گدڙ اصل ۾ تنهنجو عڪس آهي.“

مان سخت ڪاوڙ وچان آئيني آڏو هٽي ويس.

گدڙ پڇيو، "ڪيڏانهن پيو وڃين يار؟"

خارن مان چيم، "تون نهايت ئي نالائق آئينو آهين - بلڪ آئيني جو گدڙ آهين. مان تنهنجي آڏو هرگز نه بيهندس."

پوءِ مان هڪ ٻئي آئيني آڏو وڃي بيٺس. ان آئيني تي دز چڙهيل هئي. آئيني جي دز لاهي، آئيني ۾ پنهنجو عڪس ڏٺم. سچ پڇو ته ڏڪي ويس. آئيني ۾ منهنجي بدران هڪ ڪوئو بيٺو هو. ڪوئي ٺٺ ٺانگر ڪيو هو. سوٽ بوٽ، ٽاءِ ٻڌي ۽ تيل ڦليل ڪري بيٺو هو. هو مرڪي مرڪي مون ڏانهن نهاري رهيو هو.

هڪدم رڙ ڪندي چيم، "بدتميز ڪوئا، تون ڪير آهين؟"

ڪوئي وراڻيو، "مان تنهنجو عڪس آهيان."

"بڪواس ٿو ڪرين!" ڪاوڙ وچان چيم، "تون ڪوئو آهين. منهنجو عڪس ناهين."

"يقين ڪر، مان تنهنجو عڪس آهيان. ڪوئي چيو، "تون اصل ۾ ڪوئو آهين ۽ آئيني ۾ پنهنجو عڪس ڏسي رهيو آهين."

"مان ڪوئو ناهيان!" رڙ ڪندي چيم. "مان ڪوئو ناهيان. مان ڪوئو ناهيان، مان ڪوئو ناهيان!"

پڇيائين، "پنهنجين اکين تي اعتبار نه اٿئي ڇا؟"

چيم، "ڇو نه اٿم پنهنجين اکين تي اعتبار."

چيائين، "ته پوءِ آئيني ۾ پنهنجي عڪس کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڇو پيو ڪرين!"

چيم، "انڪري جو مان ڪوئو نه آهيان."

ڪوئي چيو، "جيڪڏهن تون ڪوئو ناهين، ته پوءِ تون گدڙ آهين. يقين نه اچيئي ته سامهون واري آئيني آڏو وڃي بيهه توکي آئيني ۾ گدڙ نظر ايندو."

مون پٿر هٽي ٻئي آئينا پچي ڇڏيا. پڳل آئينن ۾ منهنجو وجود ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو. ✦

# فرق

چينو هڪڙي ڏينهن ٿلهي ناسپاتي وٺي آيو. پڇيومانس، ”اڙي چينا، هيءَ ڇا آندو اٿئي؟“

جواب ڏنائين، ”صوف.“

”ٿلهي ناسپاتيءَ کي ڇريا صوف ٿو چوين!“ چيني کي چيم، ”تون صوف بدران ناسپاتي وٺي آيو آهين.“

”ايئن وري ڪيئن هوندو!“ چيني حيران ٿيندي چيو، ”مون ميوي واري کان صوف گهريو هو. هن مونکي صوف ڏنو آهي.“

”تو برابر ميوي واري کان صوف گهريو هوندو چينا، پر هن توکي صوف بدران ٿلهي ناسپاتي ڏني آهي.“ مون چيني کي چيو، ”ميوي واري توسان دوکو ڪيو آهي.“

”ميوي وارو معتبر ماڻهو آهي.“ چيني چيو، ”هن مونکي صوف ڏنو آهي.“

”اهو صوف ناهي چينا.“

”اهو صوف ئي آهي.“

”منهنجي ڳالهه تي يقين نه ٿو اچيئي ڇا؟“

”مونکي ميوي واري جي ڳالهه تي به يقين آهي.“

مون جهٽ هٽي ٿلهي ناسپاتي چيني کان ڦري ورتي، چيم، ”هيءَ ٿلهي ناسپاتي آهي. صوف ناهي.“

چيني اعتراض ڪندي چيو، ”مونکي منهنجو صوف موٽائي ڏي.“

کيس سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندي چيم، ”هيءُ ميوو صوف ناهي چينا. هن ميوي کي ناسپاتي سڏيندا آهن ۽ هيءَ ناسپاتي ٿلهي آهي.“

چينو ضد ڪري بيهي رهيو. چيائين، ”مون ميوي واري کان صوف گهريو. هن مون کان صوف جي قيمت وصول ڪئي ۽ هيءُ ميوو مونکي هٿ ۾ ڏيئي روانو ڪري ڇڏيو، جنهن کي تون ناسپاتي ٿو چوين.“

مون کي سخت ڪاوڙ وٺي ويئي. ڳهري لهجي ۾ چيني کان پڇيم، "پنهنجي پتڪڙي عمر ۾ ڪڏهن صوف ڏٺو اٿئي؟"

اطمينان سان جواب ڏنائين، "ها، صوف ڏٺو اٿم، بلڪ ڪائي ڏٺو اٿم."

پوءِ پڇيومانس، "۽ پنهنجي عمر ۾ ڪڏهن ناسپاتي ڏٺي ڏٺي اٿئي؟"

اطمينان سان وراڻيائين، "ها، ڏٺي اٿم، بلڪ ڪائي ڏٺي اٿم."

"هاڻي غور سان هن ميوي ڏانهن ڏس." چيني کي ناسپاتي ڏيکاريندي چيم، "هيءُ ميوو صوف جهڙو آهي، يا ناسپاتي جهڙو؟"

"اِهو ميوو ڏسڻ ۾ ناسپاتيءَ جهڙو آهي." چيني چيو، "پر اصل ۾ اهو ميوو صوف آهي."

"شل مار پوئي چينا." بيزار ٿيندي چيم، "هڪ جاهل ميوي واري جي ڳالهه تي ايڏو اعتبار اٿئي جو ناسپاتيءَ کي صوف قبول ڪري ويٺو آهين!"

چيني چيو، "اسين بدل ڳالهه تي ڳنڍ ڏيئي ويهندا آهيون."

مون چيني کي ٻانهن کان وٺندي چيو، "هل ته هلي ميوي واري سان حساب ڪتاب چڪتو ٿا ڪريون."

چينو ۽ مان معتبر ميوي واري وٽ پهتاسين. سربستو احوال ڪرڻ کان پوءِ مون ميوي واري کي چيو، "وڏي افسوس جي ڳالهه آهي جو هڪ ٻار کي صوف بدران ڦٽل ناسپاتي ڏني اٿئي ۽ کيس چيو اٿئي ته اها ڦٽل ناسپاتي اصل ۾ صوف آهي! افسوس، افسوس."

ميوي واري مون کان پڇيو، "هيءُ ٻار ڪو خاص قسم جو ٻار آهي ڇا."

چيم، "نه. عام پاڪستاني ٻارن جهڙو آهي."

ميوي واري چيو، "عام ٻار ڦٽل ناسپاتيءَ کي صوف سمجهي قبول ڪري رهيا آهن. اسان جو ايندڙ نسل انشاءَ الله تعاليٰ صوف ۽ ناسپاتيءَ ۾ فرق محسوس ڪري نه سگهندو."

چينو ڦٽل ناسپاتيءَ کي صوف سمجهي ڪائي ويو. ✦

# تعبير

اڄ رات ڏاري چينو اڪيون مهٽيندي ننڊ مان جاڳي پيو. شايد سپنو ڏٺو هئائين!

مون ڏانهن ڏٺائين. پڇيائين، "تون اڃا تائين جاڳين پيو، ادا؟"

"ها، چينا."

"تون سمهين ڇو نه ٿو؟"

"ننڊ نه ٿي اچي."

"ننڊ واريون گوريون ڇو نه ٿو کائين؟"

"گوريون کپي ويون آهن."

"ته هاڻي تون ڪڏهن به سمهي نه سگهندين، ادا!" چيني بيحد معصوميءَ مان پڇيو.

"پانئجي ته ائين ئي ٿو!" منهنجن چپن تي مرڪ تري آئي. پڇيم، "پر تون ڪهڙي سلسلي ۾ جاڳيو آهين. وري ڪو خواب ته نه ڏٺو اٿئي؟"

جواب ڏيڻ بدران پڇيائين، "توکي ڪيئن خبر پيئي ته مون خواب ڏٺو آهي؟"

"تون منهنجو ياءُ آهين، چينا – پيارو پيارو، ننڍڙو ننڍڙو ياءُ." چيم "مونکي خبر آهي ته اسين هميشه خوابن جي ايوانن ۾ ڀٽڪندا آهيون، ۽ سڄي ڄمار تعبير جي انتظار ۾ گذاري ڇڏيندا آهيون."

"مون جيڪو خواب ڏٺو آهي، ان جي تعبير ڪهڙي ٿيندي؟"

"ڪهڙو خواب ڏٺو اٿئي؟"

"ڏٺم ته مان ڪنهن پليٽ فارم تي پهتو آهيان. ريل ڇٽي ويئي آهي. مان هلندڙ ريل جي ڪڍ ڊوڙان ٿو. نيٺ هڪ گاڏي ۾ چڙهي وڃان ٿو." چيني جون اکيون حيرت ۽ خوف وچان گول ٿي ويون. هو پنهنجي ڪٽ تان اٿي منهنجي پرسان اچي ويٺو.

پڇيومانس، ”پوءِ ڇا ٿيو؟“

ڪنبندڙ آواز ۾ چيائين، ”پوءِ... پوءِ مونکي ڏاڍو ڊپ لڳو.“

چيم، ”بنا ٽڪيٽ ريل ۾ چڙهيو هوندين، سو ٽي ٽيءَ سوگهو ڪيو هوندءِ!“

”نہ، نہ.“ چيني چيو، ”مان جنهن گاڏيءَ ۾ چڙهيو هوس، تنهنجا سمورا مسافر هڏائان پيجرا هئا، ۽ هو ڏند ڪڙڪائي رهيا هئا. پوءِ مون هڪدم هلندڙ ريل مان ٽپو ڏيئي ڇڏيو، ۽ پوءِ منهنجي اک کلي ويئي.“

چيني جا وار سندس منهن تان پري ڪندي چيم، ”ان خواب جي تعبير سولي آهي.“

پڇيائين، ”سو وري ڪيئن!“

جواب ڏنم، ”ان خواب جو مطلب آهي، تہ تون سولائيءَ سان حالتن آڏو پيش نہ پوندين. تون ننڊ جي گوري نہ کائيندين. تون جاڳندين، ۽ جاڳڻ کان پوءِ پنهنجي اوجاڳي جي هڪ هڪ گهڙي سنجائي ڪندين.“

چيني پڇيو، ”تون پنهنجي اوجاڳي جي هڪ هڪ گهڙي سجائي نہ ڪندو آهين ڇا!“

”مان جاڳندي بہ خواب ڏسندو آهيان، چينا.“ وراڻيم، ”مان جاڳندي بہ خوابن جو سمنڊ جهاڳيندو آهيان. تصور جي لهرن ۾ لڙهي ويندو آهيان. ويراڳ جي وير سان وهي ويندو آهيان. منهنجي ننڊ ۽ اوجاڳي ۾ ڪو فرق نہ هوندو آهي، چينا.“ ★

# مِٽو

هڪڙي ڏينهن چيني مون ڪان پڇيو، "ڪنهن ڪي خون ڪرڻ لاءِ سندس مٽي تي ڪهاڙين جا ڏڪ ڇو هنيا ويندا آهن؟"

"سوال سخت ڏکيو پڇيو اٿئي." چيم، "سوچ ويچار ڪرڻ ڪان پوءِ ڪو مناسب جواب ڏيئي سگهندس."

"ڪمال آهي!" چيني چيو، "ايتري معمولي سوال جي جواب لاءِ بہ سوچ ويچار."

"ها چينا." چيم، "تون بيخياليءَ ۾ نهايت سخت سوال پڇي ويٺو آهين."

چيني چيو، "مان سمجهان ٿو ان سوال جو جواب ايڏو ڪو ڏکيو ڪونهي."

چيني ڪان پڇيم، "ان سوال جو جواب ڄاڻين ٿو؟"

"ها."

"تہ پوءِ مون ڪان ڇا جي لاءِ سوال پڇيو اٿئي؟"

"توکي آزمائڻ لاءِ."

"آزمائڻ وارا پيا ڪي ڪتا آهن، جو تون بہ مونکي آزمائڻ لاءِ اٿيو آهين." چيم، "هاڻي مهرباني ڪري ان سوال جو جواب بہ مونکي ٻڌائي ڇڏ."

چينو ڪليو. چيائين، "مٽي تي ڏڪ لڳڻ سان ماڻهو جلد مري ويندو آهي."

"پر نڙگهٽ ڪپجڻ، ۽ مٽڪي ڀڃڻ ڪان پوءِ ماڻهو اُتت مري ويندو آهي." چيم، "تنهنڪري تنهنجو جواب صحيح ڪونهي."

چيني پڇيو، "تہ پوءِ صحيح جواب ڪهڙو آهي!"

وراڻيم، "ماڻهوءَ جي مٽي ۾ وڏا وڏا خزانا راز دفن هوندا آهن - لڪل هوندا آهن. تنهنڪري خوني اول مٽي تي وار ڪندو آهي."

"ڪهڙي قسم جا راز ۽ خزانا ماڻهوءَ جي مٽي ۾ لڪل هوندا آهن." چيني پڇيو.

"اهي خزانا مرڻ واري جي زندگيءَ جي ميراث هوندا آهن." چيم، "اهي خزانا ننڍڙين خوشين، ننڍڙين ننڍڙين محبتن، ننڍڙن ننڍڙن تجسسن، ۽ ننڍڙن ننڍڙن تجربن سان ڀريل هوندا آهن."

"متي ۾ ڀيو ڇا هوندو آهي، ادا؟" چيني پڇيو.

"متي ۾ انهن اظهارن جو دفينو هوندو آهي، جيڪي زندگيءَ جي ڪنهن دور ۾ لفظن کان محروم رهجي ويندا آهن." مون چيني کي ٻڌايو، "متي ۾ بارود ڀريل به هوندو آهي، جنهن جي ڦاٽڻ سان زماني جي گردش ۾ ڦيرو اچي ويندو آهي."

"ها!" چيني جو پٽڪڙو وات ڦاٽي ويو. پڇيائين، متي ۾ ڀيو ڇا هوندو آهي."

وراڻيم. "ان کان سواءِ، انسان جي وجود جو سمورو گند سَنندس متي ۾ هوندو آهي، ۽ چينا، متو ماڻهوءَ کي وسوسن، وهمن ۽ سودائن جي بيماري به عطا ڪندو آهي."

چيني عجب وچان چيو، "چئبو ته انسان جو متو نهايت ئي خوفناڪ شيءِ آهي!" ✦

# چريائي

ڪالهہ مون پنهنجي ننڍڙي ياءُ چيني کي عجيب حرڪت ڪندي ڏٺو. هو ادب سان ٻہرن آڏو ويٺو هو.

چيني کان پڇيم، ”ڇا پيو ڪرين؟“

جواب ڏنائين، ”ٻہرن کان پير پيو گهران.“

”ڇا!“ مان حيران ٿيس. چيم، چينا، ٻہرن کان پير پيو گهرين!؟“

وراڻيائين، ”ها. ٻہرن کان پير پيو گهران.“

پڇيومانس، ”چريو تہ نہ ٿي پيو آهين؟“

ڪليو. جواب ڏنائين، ”ٻہرن کان پير گهرڻ ۾ ڪو عيب آهي ڇا!“

”عيب تہ ڪونهي.“ چيم، ”پر، ڪجهہ عجيب پيو لڳي.“

”عجيب توکي لڳندو هوندو.“ چيني چيو، ”تون پوڙهو ٿيندو پيو وڃين. تنهن ڪري جديد دور جي رواجن کي سمجهي نہ ٿو سگهين.“

”تون سچ پيو چوين.“ چيم، ”مان پوڙهو ٿي ويو آهيان.“

چيني چيو، ”اڄڪلهہ پير فقط ٻہرن کان گهربا آهن.“

پڇيم، ”ڇو؟“

جواب ڏنائين، ڇو جو پيرن جي وٽن پير ڏيڻ جڏي ڏنا آهن.“

”پر ان جو مطلب اهو تہ ناهي، تہ پوءِ وڃي ٻہرن کان پير گهرجن!“

مون چيني کان پڇيو، ”تون پير ڪاٺڻ جڏي چونہ ٿو ڏئين؟“

چيني چيو، ”پير ڪاٺڻ جڏي ڏيندس، تہ پوءِ ٻہرن کان پير گهرڻ جي نوبت ڪيئن ايندي!؟“

حيران ٿيم. ڪانئس پڇيم، ”ان جو مطلب آهي، تہ تون ڄاڻي ٻجهي ٻہرن کان پير پيو گهرين؟“

وراڻيائين، ”ها.“

پڇيم، ”ڇو؟“

جواب ڏنائين، ”اهو ثابت ڪرڻ لاءِ، تہ ٻہر ٻير نہ ڏيندا آهن.“

چيم، ”ان ۾ ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي! سڄيءَ دنيا کي خبر آهي تہ ٻہرن کان ٻير گهرڻ چريائي آهي.“

چيني وڏو ٽهڪ ڏنو. چيائين ”پر، تنهن هوندي بہ ماٺهو ٻہرن کان ٻير گهرندا آهن.“ ✦

# ڪنڌ

مان چائي ڄم کان بدحواس آهيان. ڪجهہ ڏينهن کان منهنجو ڪنڌ جهڪيل آهي. چينو جيڪڏهن جهڪيل ڪنڌ جو ذڪر نہ ڪري ها، تہ مون کي جيڪر خبرئي نہ پوي ها، ۽ مان پنهنجن ڪلهن تي جهڪيل ڪنڌ کڻي گهمندو وتان ها.

چيني چيو، ”ادا ڪجهہ ڏينهن کان تنهنجو ڪنڌ ڇو جهڪيل آهي.“

حيران ٿيندي چيني کان پڇيم، ”منهنجو ڪنڌ جهڪيل آهي!“

”ها ادا.“ چيني چيو، ”اڳ تنهنجو ڪنڌ مٿي هوندو هو. پر، ڪجهہ ڏينهن کان ڏسان پيو تہ تنهنجو ڪنڌ جهڪيل آهي.“

مون آئيني آڏو بيهي، پنهنجو جائزو ورتو. منهنجو ڪنڌ جهڪيل هو. مان عجب ۾ پئجي ويس. چيني کي چيم، ”منهنجو خيال آهي تہ پاڻ ڪنهن ڊاڪٽر سان هلي صلاح ڪريون.“

چيني پڇيو، ”ڇا جي صلاح؟“

چيم، ”ڪنڌ بابت، بلڪ جهڪيل ڪنڌ بابت صلاح.“

چيني پڇيو، ”ڪنڌ ۾ تڪليف اٿئي؟“

وراڻيم، ”نہ.“

چيني چيو، ”مان سمجهان ٿو تہ تنهنجي جهڪيل ڪنڌ جو علاج ڪنهن بہ ڊاڪٽر وٽ نہ هوندو.“

”ايئن وري ڪيئن هوندو!“ چيم، ”منهنجي جهڪيل ڪنڌ جو علاج ڪنهن نہ ڪنهن ڊاڪٽر وٽ ضرور هوندو.“

”تون مون کان وڏو آهين، تنهن ڪري توسان اجايو بحث نہ ٿو ڪريان.“ چيني چيو، ”تون پل وڃي ڪنهن ڊاڪٽر سان صلاح ڪر.“

مان هڪ ڊاڪٽر وٽ ويس. هن چڱيءَ طرح تپاس ڪرڻ کان پوءِ چيو، ”توکي غلط فهمي ٿي آهي. تنهنجو ڪنڌ جهڪيل ناهي.“

”ڪمال ٿو ڪرين ڊاڪٽر.“ چيم، ”منهنجو بينو ياءُ چينو ٿو چوي ته منهنجو ڪنڌ جهڪيل آهي، ۽ تون ٿو چوين ته منهنجو ڪنڌ جهڪيل ناهي.“

مون کي ان ڊاڪٽر تي اعتبار نه آيو. پوءِ مان هڪ ٻئي ڏانهن ويس. هو هوميوپيٿيءَ جو ڊاڪٽر هو. هن منهنجو ڪنڌ چڱيءَ طرح جاچي ڏسڻ کان پوءِ چيو، ”مون کي تنهنجو ڪنڌ جهڪيل نه ٿو لڳي.“

”ڊاڪٽر، مان انڌو ناهيان.“ چيم، ”اول ته چيني کي پڪ آهي ته منهنجو ڪنڌ جهڪيل آهي، ۽ ٻيو ته مون پاڻ آئيني ۾ پنهنجو عڪس ڏٺو آهي. منهنجو ڪنڌ جهڪيل آهي.“

”ٿي سگهي ٿو آئيني ۾ ڪا خرابي هجي.“ هوميوپيٿي ڊاڪٽر چيو، ”ڪجهه آئينن ۾ عڪس ڄبو ٽنڊو نظر ايندو آهي.“

”آئينو غلط ٿي سگهي ٿو ڊاڪٽر،“ چيم، ”پر منهنجو بينو ياءُ چينو غلط ٿي نه ٿو سگهي. هن چيو آهي ته منهنجو ڪنڌ جهڪيل آهي.“

ان کان پوءِ مان هڪ ويڄ وٽ ويس. ويڄ سان اندر جو حال اوريم. کيس پنهنجو جهڪيل ڪنڌ ڏيکاريم.

ويڄ چيو، ”مونکي پنهنجو پير ڏيکار.“

چيم، ”منهنجو پير نه، بلڪ ڪنڌ جهڪيل آهي، ويڄ.“

ويڄ چيو، ”تون مونکي پنهنجو پير ڏسڻ ته ڏي.“

پڇيم، ”پير ۽ ڪنڌ جو پاڻ ۾ ڪهڙو تعلق آهي.“

ويڄ وراڻيو، ”جڏهن پنهنجي پير تي کهاڙو هٽبو آهي، تڏهن ڪنڌ خودبخود جهڪي ويندو آهي. تو پنهنجي پير تي کهاڙو هنيو آهي، تنهنڪري تنهنجو ڪنڌ جهڪيل آهي.“

”ها، اڄڪلهه منهنجو ڪنڌ جهڪيل آهي. مون پنهنجي پير تي پاڻ کهاڙو هنيو آهي. ✦

# معمو

هڪ ڏينهن منهنجي پٽڪڙتي ياءُ چيني مونکان پڇيو، ”ادا، پٽاتو جيڪڏهن نرم، ۽ ٽماٽو جيڪڏهن سخت هجي ها، ته پوءِ ڇا ٿئي ها؟“

چيني جو سوال بلڪل واهيات ۽ بي معنيٰ هيو. هو اڪثر ان قسم جا سوال پڇندو آهي. مان سندس سوال لٽوائي ڇڏيندو آهيان. ضد پڌندو آهي، ته دڙڪو ڏيندو آهيانس. مڙندو ناهي، ته ڪيس ٽارڻ لاءِ ڪو ابتو سبتو جواب ڏيئي ڇڏيندو آهيان.

چيني جنهن وقت پٽاٽي ۽ ٽماٽي متعلق مون کان سوال پڇيو، تنهن وقت مان هڪ رسالي مان معمو حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس. معمي جو سوال ڪجهه هن ريت هيو- ”متس ڪڏهن اعتبار نه ڪجي“ ان کان پوءِ ٽي ممڪن جواب ڏنل هئا، جن مان هڪ جواب صحيح هيو. سوال جي آخر ۾ جيڪي ٽي ممڪن جواب لکيل هئا، سي هئا: عورت جو پيار، ليڊر جو واعدو، بهار جي موسم.

مون زندگيءَ ۾ بهار نه ڏٺي آهي. ها، هڪ بهار ڏٺي هيم. پر اُها بهار، موسم نه هئي. اُها بهار ڇوڪري هئي، ۽ مونسان اين. جن. وي هائي اسڪول ۾ پڙهندي هئي. اُن بهار کان سواءِ مون ٻي ڪا به بهار نه ڏٺي آهي. تنهنڪري معمي جي سوال لاءِ ممڪن جوابن مان بهار متعلق مون سوچڻ ڇڏي ڏنو، ۽ پوءِ ڪڏهن عورت جي محبت، ۽ ڪڏهن ليڊر جي واعدي جي باري ۾ سوچيندو رهيس.

معمي جي سوال سان جڏهن عورت جو پيار وارو جواب ملائي پڙهيم، تڏهن جملو مونکي مڪمل نظر آيو ته، ”عورت جي پيار تي اعتبار نه ڪجي.“ ان کان پوءِ، مون ليڊر وارو جواب معمي جي سوال سان ملائي ڇڏيو، ۽ جملو ڪجهه وڌيڪ صحيح، مڪمل، ۽ حقيقي نظر آيو ته، ”ليڊر جي واعدي تي اعتبار نه ڪجي.“

مان جواب متعلق اجا صحيح فيصلي تي پهچڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس، جو چيني پڇيو، تہ جيڪڏهن پٽاٽو نرم، ۽ ٽماٽو سخت هجي ها، تہ پوءِ ڇا ٿئي ها؟

ڪيس جواب ڏنم، ”جيڪڏهن ٽماٽو سخت، ۽ پٽاٽو نرم هجي ها، تہ پوءِ ڪو وڏو انقلاب اچي ها.“

چينو حيران ٿيو. پڇيائين، ”پٽاٽي ۽ ٽماٽي جو انقلاب سان ڪهڙو واسطو آهي، ادا؟“

”پٽاٽي ۽ ٽماٽي جو انقلاب سان وڏو واسطو آهي، چينا.“ وراڻيم ”مشهور ياڇين، جهڙوڪ، واڱڻ، موري، توريءَ، گجر جو انقلاب سان هميشه وڏو واسطو رهيو آهي.“

پڇيائين، ”سو وري ڪيئن؟“

چيم، ”واڱڻ ٽنگر، موري تکي، ۽ توري ڪڏهن ڪوڙي نڪري پوندي آهي.“

چيني پڇيو، ”۽ گجر؟“

وراڻيم، گجر ڪاڇي ويندي آهي.“

چيني کي منهنجا جواب نہ وڻيا، چيائين، ”مونکي لنوائين ٿو.“

چيم، ”مان هن وقت معمي جي سوال جو صحيح جواب ڳولي رهيو آهيان، تہ ڪنهن تي اعتبار نہ ڪجي؟ عورت جي پيار تي، يا ليڊر جي واعدي تي!“ ✦

# دنيا

چيني مون کان پڇيو، ”ادا، دنيا گول نہ هجي ها، تہ جيڪر ڇا ٿئي ها؟“

وراڻيم، ”مون ان باري ۾ اڃ تائين نہ سوچيو آهي.“

پڇيائين، ”ڇونہ سوچيو اٿئي؟“

جواب ڏنم، ”سوچڻ لاءِ ٻيا مسئلا گهٽ آهن ڇا!“

چيني چيو، ”اڄڪلهہ مون ان باري ۾ سوچڻ شروع ڪيو آهي.“

چيني کي اڄڪلهہ ويڪيشن آهي. هو پنهنجي آزاديءَ جو پورو پورو فائدو ڪٽي رهيو آهي. پنهنجي ڪورس جا ڪتاب ڇڏي، هو ٻيا ڪتاب پڙهڻ لڳو آهي. اخبارن جي اشتهارن تي خاص ڌيان ڏيڻ لڳو آهي.

چيني چيو، ”دنيا گول نہ هجي ها، تہ جيڪر منهنجو مٿو بہ گول نہ هجي ها.“

مون ڇرڪي چيني ڏانهن نهاريو.

چيني چيو، ”پوءِ تنهنجو مٿو بہ گول نہ هجي ها.“

مون چيني کي چيو، ”تون اجايا سجايا ڪتاب پڙهڻ ڇڏي ڏي چينا.“

”ڪمال آهي!“ چيني چيو، ”مون توکان دنيا بابت سوال پڇيو آهي ۽ تون چوين ٿو تہ ماڳهين ڪتاب پڙهڻ ڇڏي ڏيان!“

چيم، ”تون ڦڏي جا سوال پڇڻ شروع ڪيا آهن.“

چيني چيو، ”مون توکان سياسي سوال تہ نہ پڇيو آهي!“

چيم، ”جاگرافيءَ جي باري ۾ سوال بہ ڦڏيبازيءَ جي دائري ۾ شامل آهن.“

ان وقت اسان جو پيارو دوست ڏٽي بخش ڏنو وات مان سيٽي وڄائيندو آيو. اسان کي گنڀير موڊ ۾ ڏسي پڇيائين، ”ڪنهن کي سچ ڳالهائيندي ٻڌو اٿوَ ڇا، جو خاموش ويٺا آهيو – بلڪ منهن سڄائي ويٺا آهيو.“

مون ڏني کي چيو، ”منهنجي ڀيڻي ياءُ چيني جو آئيندو تاريڪ آهي.“
ڏني حيران ٿيندي پڇيو، ”تون جوتش جو ڪم ڪڏهن کان شروع ڪيو آهي، جو اڳڪٿيون ڪرڻ لڳو آهين!“
ان ڳالھ تان چينو ڏاڍو ڪليو.
مون ڏني کي چيو، ”چيني دنيا جي باري ۾ سوال ڪيو آهي.“
ڏني پڇيو، ”ڪهڙو سوال؟“
چيم، ”چيني پڇيو آهي تہ دنيا گول ڇو آهي.“
ڏني چيو، ”اهو سوال برابر خطرناڪ آهي، پر ان سوال جو مخفي طرح جواب ڏيئي سگهجي ٿو.“
چينو ڏاڍو خوش ٿيو. ڏني کان پڇيائين، ”ادا ڏنا، تون ٻڌاءِ تہ دنيا جيڪڏهن گول نہ هجي ها، تہ جيڪر ڇا ٿئي ها.“
ڏني چيو، ”تہ پوءِ ماڻهو گول نہ هجن ها!“
”گول ماڻهو ڇا ڪندا آهن، ادا ڏنا؟“ چيني پڇيو.
ڏني وراڻيو، ”گول ماڻهو گول ڳالهيون ڪندا آهن.“
”گول ڳالهيون ڪيئن ٿينديون آهن، ادا؟“ چيني پڇيو.
”اڳ چوندا هئا سج لهي ٿو، سج چڙهي ٿو؛ پوءِ چيائون تہ سج نہ چڙهي ٿو، ۽ نہ لهي ٿو، بلڪ سج دنيا جي چوڌاري ڦري ٿو!“ ڏني چيو.
”پر اِهو غلط آهي.“ چيني چيو، ”سج دنيا جي چوڌاري نہ، بلڪ دنيا سج جي چوڌاري ڦري ٿي.“
مون چيني ۽ ڏني کي چيو، ”ڪير ڪنهن جي چوڌاري ڦري ٿو، ڪير ڪنهن لاءِ ڦري ٿو – اهو اهم ناهي. ان بحث دوران مارجي ويل سائنسدانن جو ذڪر اهم آهي.“
چيني پڇيو، ”ڇو؟“
وراڻيم، ”ان لاءِ تہ جيئڻ ڪجھ نئين، اهم ۽ انسانذات لاءِ ناياب معلومات جي تلاش جاري رهي، ٻڌل ڳالهين جي ڇنڊڇاڻ ٿيندي رهي.“ ✦

# مسئلو

مون پنهنجي ننڍي ياءَ چيني کي وڏي ويچار ۾ غلطان ڏٺو. هو گهٽو ڪري ننڍڙين ڳالهين تي غور فڪر ڪندو آهي، ۽ وڏين ڳالهين کي نظر انداز ڪري ڇڏيندو آهي. هن جي انهيءَ عادت سبب مان فڪرمند رهڻ لڳو آهيان.

ڪالهه مون جڏهن چيني کي خيالن ۾ گم ڏٺو، تڏهن مون ڪانئس پڇيو، "اڄ ڪهڙي قسم جي معمولي ڳالهه تي سوچي رهيو آهين، چينا."

چيني جواب نه ڏنو. هو خيالن ۾ غلطان رهيو. مون ورجائي ڪانئس پڇيو، "ڇا تون پڪي پڪائي تازه روٽيءَ جي باري ۾ سوچي رهيو آهين!"

هن جواب نه ڏنو.

مون ڪانئس پڇيو، "ڇا تون سياستدانن جي دسترخانن جي باري ۾ سوچي رهيو آهين."

چينو خاموش رهيو.

پڇيم، "ڇا تون ان باري ۾ سوچي رهيو آهين ته سج اولهه بدران اوڀر کان ڇو اڀرندو آهي، ۽ اوڀر بدران اولهه ۾ ڇو لهندو آهي."

چيني تڏهن به جواب نه ڏنو.

مون پڇيومانس، "ڇا تون ماڻهوءَ جي ماس ۽ ويهين ربئي سير وڪامندڙ گوشت جي قيمتن جي ڀيٽ ڪري رهيو آهين."

چيني ڪنڌ کڻي مون ڏانهن ڏٺو. چيائين، "مون کي پريشان نه ڪر."

چيم، "پريشان ته تون مونکي ڪري رهيو آهين."

پڇيائين، "ڇا خاموشي به پريشان ڪندڙ ٿيندي آهي!"

"ها چينا." چيم، "قديم آثار خاموش هوندا آهن – تنهنڪري پريشان ڪندا آهن."

چيني چيو، "مان هن وقت تمام اهم مسئلي تي سوچي رهيو آهيان. مون کي اجايو پريشان نه ڪر."

پڇيم، ”ڇا ڪنهن مخفي مسئلي تي سوچي رهيو آهين.“

چيائين، ”مان اهم مسئلن کي نظرانداز ڪندو آهيان، ۽ معمولي نوعيت جي مسئلن تي سوچيندو آهيان.“

پڇيم، ”ڪهڙي قسم جي معمولي نوعيت جي، اهم مسئلي تي سوچي رهيو آهين.“

”مان ڪوڙ تي سوچي رهيو آهيان.“ چيني آهستي چيو.

منهنجا طاق لڳي ويا.

چيني کان پڇيم، ”ڪوڙ جي ڪهڙي پهلوءَ تي سوچي رهيو آهين.“

وراڻيائين، ”سوچي رهيو آهيان، ته ڪوڙ ڳالهائڻ مان ڪهڙا فائدا آهن.“

”ڪوڙ جي منهن ۾ توڙا!“ چيم، ”ڪوڙ ڳالهائڻ مان ڀلا ڪهڙا فائدا آهن.“

”وڏا فائدا آهن، ڀائو.“ چيني چيو، ”ڪوڙ ڳالهائيندڙ ڏچي ۾ نه پوندو آهي.“

”ته ڇا سچ ڳالهائڻ وارو ڏچي ۾ پوندو آهي.“ پڇيم.

”ها.“ چيني چيو، ”اڄوڪي دنيا ۾ سچ ڳالهائيندڙ مصيبتن جي منهن ۾ هوندو آهي.“

”ان جو مطلب آهي ته ڪوڙ ڳالهائيندڙ موج ڪندو آهي.“ چيني منهنجي ڳالهه جو جواب نه ڏنو. فقط هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.

چيم، ”مثال ڏيئي سمجهاءِ.“

چيني چيو، ”ڪوڙ ڳالهائيندڙ زندگيءَ ۾ اهم حيثيت حاصل ڪندو آهي.“

پڇيم، ”ٻيو ڪجهه.“

چيني چيو، ”ڪوڙ هڻندڙ هر دور ۾ حاڪمن جي خوشنودي حاصل ڪري سگهندو آهي.“

تڏهن مونکي اُهي خوشامدي ياد آيا، جن کي جڏهن حڪم ٿيندو آهي، تڏهن رات کي رات نه چوندا آهن، هو اونده کي اونده نه چوندا آهن – هو ٿوهر کي ٿوهر نه چوندا آهن – هو سڀ نيڪ آهي چوندا آهن. ✦

# سوال

منهنجي ننڍي ڀاءُ چينيءَ، جنهن ويجهڙائيءَ ۾ وئڪيشن پوري ڪري سڪول وڃڻ شروع ڪيو آهي، تنهن هڪڙي ڏينهن چيو، ”ادا، اڄ توکان چار سوال پڇندس. جيڪڏهن چئني سوالن جا صحيح جواب ڏيندين، ته هڪدم هڪ ڪٽمنڙو ڪارائيندومانءِ.“

وراڻيم، ”مون اڄ ڊنر ۾ دال ڪاڌي آهي. دال کائڻ کان پوءِ ڪٽمنڙي جي سئيٽ ڊش حاصل ڪرڻ لاءِ مان تنهنجن سوال جا جواب ڏيندس. سوال پڇ.“

”سوال نمبر هڪ“ چيني پڇيو، ”قبرستان ڪي پٽيون ڇو ڏيارينداآهن؟“

جواب ڏنم، ”ان ڪري ته جيئن وڌندڙ آدمشماري قبرستان ۾ رهڻ شروع نه ڪري.“

”بلڪل غلط“ چيني چيو، ”قبرستان ڪي انڪري پٽيون ڏيارينداآهن، ته جيئن، مڙدا قبرن مان نڪري ڪيڏانهن ڀڄي نه وڃن.“

چيم، ”ٻيو سوال پڇ.“

پڇيائين، ”اهو ڪهڙو جانور آهي، جيڪو ڪِلي نه سگهندو آهي؟“

وراڻيم، ”مون کي خبر ناهي.“

”سيئي جانور ڪلندا آهن.“ چيني چيو، ”فقط ماڻهو ڪلي نه سگهندو آهي.“

”ٺهيو“ چيم، ”ٽيون سوال پڇ.“

پڇيائين، ”وات وڪيل عورتون، جيڪي پنهنجيءَ رضا خوشيءَ سان گهر ٻار ڇڏي، ٻئي ڪنهن مرد سان وڃي رهنديون آهن، سي اخبارن ۾ عام اطلاع ڏيڻ وقت ڪاٻو آڱوٺو ڇو استعمال ڪنديون آهن. ساڄو آڱوو ڇونه استعمال ڪنديون آهن.“

وراڻيم، ”ڇو جو ساڄو آڱوٺو مرد استعمال ڪندا آهن.“

”غلط، بلڪل غلط.“ چيني چيو، ”وات وڪيل عورتون ڪاٻو آڱوٺو ان لاءِ استعمال ڪنديون آهن، جو ڪين ساڄو آڱوٺو هوندو ئي ناهي. اهڙين عورتن جو ساڄو آڱوٺو مرد ڪائي ڇڏيندا آهن.“

”جيتوڻيڪ ڪٽمنڙو نصيب مان نڪرندو پيو وڃي، تنهن هوندي بہ آخري سوال تي قسمت آزمايان ٿو.“ چيم، ”تون سوال پڇ، چينا.“

چيني پڇيو، ”ماڻهوءَ جو ميڄالو ڪوپريءَ ۾ ڇو هوندو آهي، ۽ گوڏي ۾ ڇونہ هوندو آهي؟“

انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيم، ”مونکي خبر ناهي چينا.“

”ان سوال جي جواب جي مونکي بہ خبر ناهي.“ چيني چيو، ”پاڻ گذريل ڏهن ڏينهن کان دال ڪاڌي آهي، تنهنڪري توسان خاص رعايت ڪندي اڌ ڪٽمنڙو ڏيانءِ ٿو، ڪائي موج ڪر.“

چيني مونکي ڪٽمنڙي جو اڌ ڏنو. ✦

# فيلسوف

چيني مون کان پڇيو، ”فيلسوف ڪنهن کي چئبو آهي؟“

ان وقت مون جڻ جي باري ۾ جنوري 1935ع واري سنڌو رسالي مان لعل چند امر ڏني جو مضمون ويٺي پڙهيو.

چيني پنهنجو سوال ورجايو. پڇيائين، ”ادا، ٻڌاءِ نہ، تہ فيلسوف ڪنهن کي چئبو آهي؟“

مضمون بيحد پوائنتو هو، تنهنڪري دلچسپ پئي محسوس ٿيو. چيني کي ٽارڻ خاطر چيم، ”چينا، فيلسوف ان شخص کي چئبو آهي جيڪو مصروف رهندو آهي.“

پڇيائين، ”۽ مصروف ماڻهو ڇا ڪندا آهن؟“

”مصروف ماڻهو گهٽو ڪري صوف کائيندا آهن، ۽ ٻيو ڪوبہ ڪم نہ ڪندا آهن.“

”۽ جيڪي مصروف ماڻهو صوف نہ کائيندا آهن، سي ڇا ڪندا آهن.“

”سي پين جو مٿو کائيندا آهن.“

”۽ ادا، ماڻهن جو مٿو ڪيئن کائبو آهي؟“

بيزار ٿيندي چيم، ”جيئن تون منهنجو مٿو کائي رهيو آهين.“

چينو ان ڳالهہ تي ڏاڍو خوش ٿيو. چيائين، ”ان جو مطلب آهي تہ مان فيلسوف آهيان!“

وراڻيم، ”تون آثار تہ فيلسوفن وارا پيو ڏيکارين!“

”تہ پوءِ قديم دور وارو رسالو رکي ڇڏ.“ چيني چيو، ”۽ مون کي هڪ ٻئي ڳالهہ سمجهاءِ.“

”رسالي ۾ جڻ متعلق هڪ خوفناڪ مضمون آهي.“ وراڻيم، ”تون پنهنجو فلسفو سياڻي تائين ملتوي ڪري ڇڏ ۽ خدا جي واسطي مون کي آرام سان جڻ وارو مضمون پڙهڻ ڏي ۽ دجڻ ڏي.“

چيني پڇيو، ”ادا، خبر اٿئي تہ ماڻهو ڪڏهن ڊچندو آهي؟“

”نہ.“

”جڏهن پيٽ خالي هوندو آهي، تڏهن ڊڄبو آهي.“

”اِها ڳالهہ گهر ڪئي اٿئي، نيڪ آهي. ٻاهر هرگز نہ ڪجانءِ. ماڻهو ڪلائيندين.“

”غلط ڳالهہ پيو چوان؟“

”ڊڄبو دماغ سان آهي، پيٽ سان ناهي.“

”پر دماغ جو پيٽ سان ڏاڍو گهرو تعلق آهي.“

چيني چيو، ”گذريل دفعي اسان جي اسڪول ۾ هڪ اسسٽنٽ ڊپٽي انسپيڪٽر آف اسڪولس آيو هو. هن اسان جي ماستر کي اهڙا دڙڪا ڏنا، جو اسان جو ماستر ڊپ وچان ستن ڏينهن تائين وائي بادي ۽ پيچش جي مرض ۾ مبتلا رهيو.“ چيني چيو، ”ان مان ظاهر آهي تہ دماغ جو پيٽ سان تمام ويجهو واسطو آهي.“

”تون برابر بندرو فيلسوف آهين، چينا.“ چيم، ”پر هڪڙي ڳالهہ ياد رک، تہ پيٽ جو بہ دماغ سان وڏو واسطو هوندو آهي.“

حيران ٿيندي پڇيائين، ”سو وري ڪيئن؟“

وراڻيم، ”جڏهن پيٽ ڀريل هوندو آهي، تڏهن دماغ خالي هوندو آهي.“

چيني پڇيو، ”جڏهن دماغ خالي هوندو آهي، تڏهن ڇا ٿيندو آهي؟“

”تڏهن وڏي عهدي واري نوڪري ملندي آهي، ۽ ماڻهو ڪامورو ٿي پوندو آهي.“ چيني کي ٻڌايم، ”اهڙو ڪامورو پنهنجي جهالت لڪائڻ لاءِ پنهنجن ماتحتن کي گاريون ڏيندو آهي.“

پڇيائين، ”يعني تہ ڪين وائي بادي ۽ پيچش جي مرض ۾ مبتلا ڪندو آهي.“

وراڻيم، ”ها، بلڪل تنهنجي فلسفي مطابق.“ ✦

# ڪوڙ

چينو اسڪول مان چٽو، تہ سڌو اچي اسان جي آفيس مان نڪتو. ڪتاب ميز تي رکي ٻيهي رهيو. ڪجھہ ڪجھہ خفي پئي ڏٺو. پڇيومانس، ”ٽيڪسٽ بڪ بورڊ وارن تاريخ جي ڪتاب ۾ وري ڪا ضروري ڦيرگهير ڪئي آهي ڇا؟“

چيني منهنجي سوال جو جواب نہ ڏنو. پڇيائين، ”ڪوڙ ڳالهائڻ مان ڪهڙا نقصان آهن؟“

مان مُنجهي پيس. سوچ ۾ گم تي ويس. سوچ جو سلسلو جاري هيو، جو چيني ٻيهر پڇيو، ”ادا، ٻڌاءِ نہ، تہ ڪوڙ ڳالهائڻ مان ڪهڙا نقصان آهن؟“

ڪو جواب سُجهي نہ آيو، تہ چيم، ”چينا، ڪوڙ ڳالهائڻ وارو گنهگار ٿيندو آهي.“

ڏنو وڏو ٺهڪ ڏيئيَ کلي پيو. چيني ۽ مون حيرت وچان منهن ورائي ڏني ڏانهن ڏٺو.

ڏنو ڪمري جي پوئين ڪنڊ ۾ پراڻين اخبارن جي انبار پٺيان ويٺو هو، جتان سندس مٿي جا فقط وار نظر اچي رهيا هئا. هو صبح کان پراڻين اخبارن جي ڍير مان اها اخبار ڳولي رهيو هو، جنهن ۾ هڪ مالدار پوڙهيءَ پنجين مڙس جي مرڻ کان پوءِ ڇهون دفعو شادي ڪرڻ لاءِ اخبار ۾ اشتهار ڏياريو هو. انهن ڏينهن ۾ ڏنو پنهنجي چاچي لاءِ هڪ عدد ڪنوار هٿ ڪرڻ جي سرتوڙ ڪوشش ڪري رهيو هو. ان سلسلي ۾ جڏهن ڪيس پوڙهيءَ مالدار عورت جي شاديءَ واري اشتهار جي ڪٿان خبر پيئي، تہ سڌو اچي پراڻين اخبارن جيَ انبار تي ڪريو.

ڏني اخبار جي ڍير پٺيان چيو، ”چينا، ڪوڙ ڳالهائڻ مان سڀ کان وڏو نقصان اهو آهي، جو ماڻهو سچ ڳالهائي نہ سگهندو آهي.“

چيني پڇيس، ”۽ جڏهن ماڻهو سچ ڳالهائي نہ سگهندو آهي، تڏهن ڇا ٿيندو آهي؟“

”تڏهن ماڻهو ڏاڍي مزي ۾ هوندو آهي.“ ڏني چيو، ”جيڪو ماڻهو سچ نہ ڳالهائيندو آهي، سو موج ڪندو آهي.“

”ننڍين ٻارن کي غلط ڳالهيون نہ ٻڌائيندو ڪر، ڏنا.“ پوءِ چيني کي چيم، ”ڏني جو مٿو ڦري ويو آهي. دماغ جاءِ تي ڪونهيس. سچ ڳالهائڻ مان وڏا فائدا آهن.“

”بلڪل غلط. ٻارن کي ڀنڀلائين ٿو.“ ڏني چيو، ”ياد رک چينا، تہ سچ ڳالهائڻ وارو هميشه موچڙا کائيندو آهي.“

چيني کي اِها ڳالهہ ڏاڍي وڻي، ڏني کان پڇيائين، ”سچ ڳالهائڻ وارو جڏهن موچڙا کائيندو آهي، تڏهن ڇا ڪندو آهي.“

”تڏهن سچ ڳالهائڻ وارو نچندو آهي.“ ڏني وراڻيو، ”تنهنڪري پهاڪو آهي تہ، سچ تہ بيٺو نچ.“

چينو خوب کليو. ڏني کان پڇيائين، ”ادا ڏنا، ڀلا ڪوڙ ڳالهائڻ مان ڀيا ڪهڙا نقصان آهن.“

ڏني وراڻيو، ”ڪوڙ ڳالهائڻ مان ڪوبہ نقصان ناهي، فقط ان جيَ، تہ ماڻهو سچ ڳالهائي نہ سگهندو آهي ۽ جڏهن ڳالهائبو آهي تڏهن موچڙا کائبا آهن. ڪوڙ ڳالهائڻ مان باقي فائدو ئي فائدو آهي.“

”تون منهنجي ٻاءُ کي خراب پيو ڪرين، ڏنا.“ مان اٿي بيهي رهيس. چيم، ”وساري ڇڏيو اٿئي ڏنا، تہ چوندا آهن، تہ ڪوڙ جي منهن ۾ ڌوڙ!“

”اهو پهاڪو بہ پنهنجي جاءِ تي درست آهي. پر توهان ان پهاڪي ۾ لفظ ڌوڙ جي معنيٰ نہ سمجهي آهي.“ ڏني چيو، ”جيڪو ڪوڙ ڳالهائيندو آهي، سو ڪارخانن جي پرمٽ، زمينون، موٽرون، ۽ محلات ماڙيون هٿ ڪري وٺندو آهي. جنهن ڌوڙ جو پهاڪي ۾ ذڪر ڪيل آهي، سا ڌوڙ انهن موٽرن جي ڦيٿن، ڪارخانن جي چمنين، زمينن جي ڊس، ۽ بنگلن ۾ غاليچن کي چنڊڻ سان اڏامندي آهي، ۽ مالڪن جي منهن ۾ پوندي آهي.“ ✦

# گول

منهنجي ننڍڙي ڀاءُ بيني، عرف چيني پڇيو، ”ادا دنيا گول ڇو آهي؟ ۽ جيڪڏهن گول نہ هجي ها، تہ ڇا ٿي پوي ها؟“

سوال ڏاڍي، ڪنن مان دونهان نڪري ويا. چيم، ”دنيا جي آدمشماريءَ جو وڏو حصو گول قسم جي ماڻهن جو آهي. تنهنڪري دنيا بہ گول آهي.“

بيني کي جواب مان اطمينان نہ ٿيو. پنهنجو ننڍڙو نڪ مهٽيندي پڇيائيندي، ”ادا، گول قسم جا ماڻهو ڇا هوندا آهن؟“

”هو بہ ماڻهو هوندا آهن. پر گول هوندا آهن.“

”اهوئي تہ پيو پڇان تہ ڪيئن گول هوندا آهن؟“

”بال ڏٺو اٿئي، بينا؟“

”ها. گول هوندو آهي.“

”بال لاهي لهي ويندو آهي. چاڙهي چڙهي نہ سگهندو آهي.“ چيم، ”تنهنڪري ڪي ماڻهو بال وانگر لاهين جو رُخ ڪندا آهن. چڙهندڙ سج جا سلامي هوندا آهن. مصيبتن جي منهن ۾ نہ ويندا آهن. هو سدائين ٻين جي پاڇي ۾ پلجندا آهن.“

چيني پڇيو، ”ٻيا ڪهڙي قسم جا گول ماڻهو هوندا آهن؟“

”هو ٿلها هوندا آهن، تنهنڪري جوکائتي ڪم ۾ هٿ نہ وجهندا آهن.“ چيم، ”ٿلهن ماڻهن سان سڀ کان وڏي ٽريجيڊي اها هوندي آهي. جو هو ڀڄي نہ سگهندا آهن. تنهن ڪري ٿلها ماڻهو فطرتي طرح امن پسند هوندا آهن.“

”گول ماڻهن جو ٻيو ڪهڙو قسم هوندو آهي؟“

”گول ماڻهو قرض وٺي واپس نہ ڪندو آهي.“

”ٻيو ڇا؟“

”گول ماڻهو واءُ ڏسي سڙهہ چاڙهيندو آهي. منزل لاءِ فڪرمند نہ هوندو آهي.“

”ڀيو ڇا؟“

”ڀيو تہ گول ماڻهوءَ جي جڏهن توهان ۾ غرض هوندي، مطلب هوندو، تڏهن توهان کي سڃاڻندو، نہ تہ منهن مٿائي هليو ويندو.“ چيم، ”گول ماڻهو ووٽ وٺڻ مهل وڏا وڏا واعدا ڪندا آهن، پر پوءِ ووٽ وٺي گول ٿي ويندا آهن.“

چيني پڇيو، ”ادا گول ڪيئن ٿبو آهي؟“

”آفيس جي پوئين در مان پڇي وڃڻ کي گول ٿي وڃڻ سڏبو آهي.“

”پوئين در مان ڇو پڇبو آهي؟“

”ڇو جو عرضدار، بيروزگار، ستايل، ۽ آزاريل ماڻهو آفيس آڏو درخواستون کڻي اچي ڳاهٽ ٿيندا آهن، ۽ صاحب کي انصاف لاءِ ستائيندا آهن.“ چيم، ”تنهن ڪري صاحب بهادر جان بچائڻ لاءِ پوئين در مان پڇي ويندو آهي؛ يعني گول ٿي ويندو آهي. سمجهيئي؟“

چيني چيو، ”هينئر سمجهيم تہ دنيا گول ڇو آهي.“ ✦

# ڏاڏو ڀاڏي

چيني هڪڙي ڏينهن مون کان پڇيو، ”ادا، ڏاڏي ڀاڏيءَ تي ڪاڏڻ واري جو ٽپو لڳل هوندو آهي ڇا؟“

ورائيم، ”ها.“

پڇيائين، ”ڏاڏي تي ٽپو ڪير هڻندو آهي؟“

”ڏاڏن تي ٽپو آسماني فوڊ ڊپارٽمينٽ جا فرشتا هڻندا آهن.“ ورائيم، ”پر ڪجهہ ماڻهو پنهنجي نالي جو ٽپو ڪيسي ۾ کڻي هلندا آهن، ۽ ڪنهن بہ ڏاڏي تي ٽپو هڻي، اهو ڏاڏو کائي ڇڏيندا آهن.“

چينو وڏيءَ سوچ ۾ پئجي ويو.

پڇيومانس، ”تون بہ پنهنجي نالي وارو ٽپو ٺهرائڻ جو منصوبو پيو رٿين ڇا؟“

ورائيائين، ”نہ.“

پڇيم، ”تہ پوءِ ڇا پيو سوچين؟“

هن منهنجي سوال جو جواب نہ ڏنو. سوچ ۾ غرق رهيو. مونکي چيني جو سوچڻ پسند نہ آيو. مون چيني کي چيو، ”چينا، اجايو سوچيندو نہ ڪر. جيڪي سوچيندا آهن، سي ڏک ڏسندا آهن.“

چينو خاموش رهيو.

هو ستن کن سالن جو مس آهي، پر ڳالهيون اُپ ڏار ڪندو آهي. مونکي پڪ آهي، تہ چينو، اجائي يخي هڻڻ، ۽ سوال پڇڻ سبب هڪ نہ هڪ ڏينهن ڏچي ۾ پوندو، ۽ پيڙجي ويندو. امان مونکي چيني جي پاڻهن ڏيندي چيو هو، تہ چيني کي مثالي انسان ڪري پاليان، نپايان ۽ وڏو ڪريان، پر، تجربي ثابت ڪيو آهي، تہ چينو ذهني طرح خودمختيار آهي، ۽ منهنجي قبضي کان ٻاهر آهي.

ڏاڏن جي باري ۾ ڳالهائيندي، چينو جڏهن چپ ٿي ويو، تڏهن مون

چيني کي چيو، ”جيڪي ماڻهو گهڻو سوچيندا آهن، سي ننڊ ۾ ڳالهيون ڪندا آهن.“

چيني منهنجي ڳالهہ اڻ ٻڌي ڪندي پڇيو، ”جيڪي فرشتا دانٽن تي ٽپا هڻندا آهن، انهن جو آفريڪا ۽ ايشيا جي ٻارن سان وير آهي ڇا؟“

چيم، ”فرشتا ڪنهن سان بہ وير نہ رکندا آهن.“

پڇيائين، ”تہ پوءِ آفريڪا ۽ ايشيا جا اسي سيڪڙو ٻار بک وگهي بيمارين ۾ مبتلا ٿي، ۽ مري ڇو ويندا آهن؟“

مون هڪدم چيني جي وات تي هٿ رکي ڇڏيو. ✦

# لوهي ٽوپلو

چيني چيو، ”ادا، مون چوندڻ لاءِ تياري ڪري ڇڏي آهي.“

مونکي تعجب لڳو. چيم، ”چينا، تو ورهين کان پوءِ ووٽ ڏيڻ واري عمر کي رسندين. تو چوندڻ لاءِ ڪهڙي قسم جي تياري ڪئي آهي.“

چيني چيو، ”ماڻ هڪ لوهي ٽوپلو وٺي آيو آهيان، بلڪ ٻه لوهي ٽوپلا وٺي آيو آهيان.“

هو ڊوڙندو پنهنجي ڪمري ڏانهن ويو، ۽ اتان ٻه ڪٽ ڪاڌل ڇٻا ۽ گهڻ پيل فولادي ٽوپلا کڻي آيو. هڪ ٽوپلو مون کي ڏيندي چيائين، ”هن ۾ گهٽ گهڻ آهن. هيءُ ٽوپلو تنهنجي لاءِ آندو اٿم.“

ڳالهه جي ته تائين پهچي نه سگهيم. چيني کان هڪ لوهي ٽوپلو وٺندي پڇيم، ”چينا، هي لوهي ٽوپلا ڪٿان آندا اٿئي؟“

”جهوني مارڪيٽ مان هڪ هڪ رپئي ۾ وٺي آيو آهيان.“ چيني چيو، ”هي ٽوپلو مهاڀاري جنگ ۾ مئل انگريز سپاهين جا آهن.“

چيني کان پڇيم، ”پر لوهي ٽوپلن جو چوندڻ سان ڪهڙو تعلق آهي.“

چيني چيو، ”لوهي ٽوپلن جو چوندڻ سان تمام گهرو تعلق آهي.“

پڇيم، ”ڪيئن؟“

چيني چيو، ”چوندڻ جي تيارين هلندي اسين هڪ ٻئي جا مٿا ڦاڙي ڇڏيندا آهيون.“

مون اچرج وچان چيني ڏانهن ڏٺو. هو هوائي ڳالهين ڪرڻ جو ماهر آهي.

چيني چيو، ”دل تي لڳل ڌڪ انسان برداشت ڪري سگهندو آهي، پر مٿي تي لڳل ڌڪ انسان برداشت ڪري نه سگهندو آهي. مٿي ته ڌڪ لڳڻ سان ماڻهو ياداشت وڃائي ويهندو آهي. ڪيترين فلمن ۾ مٿي تي ڌڪ کائڻ کان پوءِ هيرا پنهنجي ياداشت وڃائي ويهندا آهن، ۽ پوءِ پنهنجي محبوبه کي پنهنجي ناني سمجهندا آهن.“

چيني ڪان پڇيم، ”اڄ ڪلهه چرچائي ٽيڻ جي چڪر ۾ آهين ڇا؟“

”ان ۾ چرچائي ٽيڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي!“ چيني چيو، ”مان نٿو چاهيان ته مٿي تي ڏک ڪائڻ ڪان پوءِ تون پنهنجي ياداشت وڃائي ويهين ۽ مون کي پنهنجو ياءُ سمجهڻ بدران طوطو سمجهڻ لڳين.“

چيم، ”پر مان هيءُ ٽوپلو نه پائيندس، چينا.“

چيني چيو، ”يقين ڪر، هنن ٽوپلن ۾ جوئون نه آهن.“

مون فولادي ٽوپلو مٿي تي رکيو. چيني منهنجو جائزو ورتو. چيائين، ”هن ٽوپلي ۾ تون هوبهو فائر برگيڊ جو سپاهي ٿو لڳين.“

چيم، ”ان ۾ ڪا خرابي آهي!“

”ڪٿي چيم ته ان ۾ ڪا خرابي آهي.“ چيني پنهنجو لوهي ٽوپلو مٿي تي رکندي پڇيو، ”مان توکي ڪيئن ٿو لڳان هن فولادي ٽوپلي ۾! مان توکي مئل انگريز ته نظر نه ٿو اچان!“

”نه چينا.“ چيم، ”لوهي ٽوپلي ۾ تون پولو ٿو لڳين.“

چيني هڪدم مٿي تان لوهي ٽوپلو لاهي ڇڏيو. ٽوپلو هٿ ۾ جهليندي پڇيائين، ”هن لوهي ٽوپلي ۾ مان توکي اداڪار محمدعلي، فلم پياسا سپاهيءَ ۾، جهڙو نه ٿو لڳان!“

”نه چينا.“ چيم، ”تون لوهي ٽوپلي ۾ هوبهو پولو ٿو نظر اچين.“

چيني ٿڌو ساهه کڻندي چيو، ”افسوس جو هن بدبخت لوهي ٽوپلي ۾ مان توکي اداڪار محمدعليءَ جهڙو نظر نه ٿو اچان. پر، تنهن هوندي به چوندن لاءِ تيارين جي دوران مان لوهي ٽوپلو ضرور پائيندس.“

پڇيم، ”پر لوهي ٽوپلي جي توکي ڪهڙي ضرورت آهي!“

چيني چيو، ”مان نٿو چاهيان ته مونکي مٿي تي ڏک لڳي ۽ مان پنهنجي ياداشت وڃائي ويهان، ۽ پوءِ توکي پنهنجي ياءُ بدران گدڙ سمجهي ويهان.“ ✦

# پيو

مان اخبارن مان موسم جو احوال پڙهي رهيو هوس، ۽ گد گد ٿي رهيو هوس. اخبارن ۾ جڏهن هڪ ٻئي ڪسيءَ تان شينهن ۽ ٻڪريءَ جي پاڻي پيئڻ جي خبر پڙهي نہ سگهندو آهيان، تڏهن اخبارن مان موسم جون خبرون پڙهي گدگد ٿيندو آهيان. ڪجهہ صحتمند ماڻهن جو رايو آهي تہ گد گد ٿيڻ سان صحت سٺي رهندي آهي - خاص ڪري ماڻهوءَ کي ڪنگهڻ جي بيماري نہ لڳندي آهي. هر اُها بيماري جنهن ۾ ڪنگهڻ شامل هوندو آهي، سا خراب بيماري هوندي آهي، ۽ ٻين ماڻهن جو خوامخواهہ مريض ڏانهن ڌيان ڇڪائيندي آهي. ڪينسر، ٽائيفائيڊ، مليريا، گوڏن جو سور وغيره، اهڙيون خطرناڪ بيماريون نہ آهن. اهي بيماريون ماڻهن جو ڌيان مريض ڏانهن نہ ڇڪائينديون آهن. بس، سموري گڙٻڙ ڪنگهڻ ۾ آهي. مان ذهني طرح هر قسم جي بيماريءَ لاءِ تيار رهندو آهيان، پر ڪنگهڻ واري بيماريءَ لاءِ هرگز نہ، تنهنڪري مان اخبارن مان چونڊي چونڊي موسم جون خبرون پڙهندو آهيان، ۽ بيحد گدگد ٿيندو آهيان. شينهن ۽ ٻڪريءَ بابت هڪ ئي ڪسيءَ تان پاڻي پيئڻ واريون خبرون پڙهي پڻ مان گدگد ٿيندو آهيان، پنهنجي صحت سڌاريندو آهيان.

ان ڏينهن پڻ مان اخبارن مان موسم جون خبرون پڙهي رهيو هوس، ۽ بيحد گدگد ٿي رهيو هوس. چينو ڇيڙي ڪري منهنجي پاسي کان اچي ويٺو. منهنجي ڪلهي تي هٿ رکيائين. ڪنڌ ورائي ڏانهنس ڏٺم. منهن لٽل هوس. اکيون اُداس هئس. پڇيومانس، ”ڪجهہ تازا لطيفا ٻڌي آيو آهين ڇا، جو ايتريقدر اُداس آهين!“

جواب نہ ڏنائين.

پڇيومانس، ”ڪنهن اهڙي شخص جي پريس ڪانفرنس تہ اٽينڊ ڪري نہ آيو آهين، جيڪو اڳ مڙدا وهنجاريندو هو، ۽ هينئر سياستدان ٿي پيو آهي؟

انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيائين.

”تہ پوءِ تون اُداس ڇو آهين!“ پڇيومانس، ”نانگ ۽ نور واري قصي جي فلسفاتي پهلوءَ تي تہ نہ سوچيو اٿئي!“

چيائين، ”نہ.“

پڇيومانس، ”ڪٿي ڪنهن اهڙي عورت سان عشق ڪري تہ نہ ويٺو آهين، جيڪا توکان يا تہ پندرهن سال وڏي آهي، يا پندرهن سال ننڍي آهي!“

چيني چيو، ”ڇاڻان ٿو، تون مون کي ڪلاڻ جي ڪوشش ڪي رهيو آهين.“

”ڪمال آهي يار!“ چيم، ”ڪلاڻ لاءِ اهڙيون خبرون ڪي گهٽ آهن تہ اسان جي ملڪ ۾ ماڻهو بنا علاج جي اسپتالن ٻاهران مري ويندا آهن!“

چيني چيو، ”اسان جي ماستر اسان کي نوان حساب سيکاريا آهن. مون کي سمجهہ ۾ نہ آيا آهن.“

چيم، ”حسابن ۾ مان جيتوڻيڪ جڳ مشهور ڄڏو آهيان، پر تنهن هوندي بہ تنهنجي مدد ضرور ڪندس.“

چيني چيو، ”ماستر صاحب اسان کي سمجهايو آهي تہ ٻہ واڌو ٻہ برابر آهن پنجن جي.“

چيم، ”هن بلڪل ٺيڪ چيو آهي.“

”پر اڳ تہ ٻہ واڌو ٻہ برابر هوندا هئا، چئن جي!“ چيني تعجب وچان پڇيو.

”هينئر سائنسي اصولن موجب ثابت ٿي چڪو آهي تہ ٻہ واڌو ٻہ برابر آهن، پنجن جي.“ چيم، ”۽ سائنسي اصولن موجب هينئر اهو بہ ثابت ٿي چڪو آهي تہ شير شاهہ ڪوهہ پوڪايا هئا، ۽ وڻ کوٽايا هئا.“

چيني تعجب وچان پڇيو، ”توکي ڪيئن خبر پيئي!“

چيم، ”اهي خبرون موسم جي خبرن مان پڙهيون اٿم.“

چيني پڇيو، ”ٻيو ڇا پڙهيو اٿئي موسم جي خبرن مان!“

چيم، ”پڙهيو اٿم تہ سائنسي اصولن موجب ٻٻرن ڪِي ٻيريون، ۽ ٻيرن کي ٻٻر ثابت ڪري سگهجي ٿو.“ ✦

## گلدستو

منهنجو ننڍڙو منڙو ياءُ چينو اخبار کڻي مون وٽ آيو. اخبار ۾ ڇاپيل هڪ تصوير ڏانهن اشارو ڪندي ڇيني چيو، ”هن تصوير ۾ ٻه ٻار هڪڙي غير ملڪي مهمان کي گلدستو پيش ڪري رهيا آهن.“

مون تصوير ڏانهن ڏٺو. تصوير ۾ هڪ ٻار ۽ هڪ ٻارڙي خاص مهمان کي گلدستو پيش ڪري رهيا هئا. خاص مهمان جهڪي، ڏاڍي پاٻوهه مان ٻنهي کي پيار ڪري رهيو هو. ٻنهي ٻارن کي سنڌي وڳا پاتل هئا. ٻارڙي جي ڪلهن تي اجرڪ رکيو هو، ۽ ڏاڍو ٺهيو پئي.

”برابر.“ تصوير ڏسندي چيم، ”سنڌي لباس ۾ هڪ نينگر ۽ هڪ نينگري خاص مهمان کي گلدستا پيش ڪري رهيا آهن.“

چيني چيو، ”هن دفعي پيو ڪو غير ملڪي مهمان جڏهن پاڪستان ايندو، تڏهن مان ان مهمان کي هڪ گلدستو پيش ڪندس.“

مان چيني جي معصوميت تي کلي پيس.

چينو حيران ٿيو. پڇيائين، ”تون کلين ڇو ٿو ادا؟“

وراڻيم، ”تنهنجي خواهش تي پيو کلان، چينا.“

”ڇو!“ چيني پڇيو، ”مان سنڌي ٽوپي نه پائيندو آهيان؟“

”ها.“ وراڻيم، ”تون ٻارهوئي سنڌي ٽوپي پائيندو آهين.“

پڇيائين، ”۽ مان سٿڻ ۽ پهراڻ نه ڪندو آهيان؟“

”ها.“ وراڻيم، ”ان لباس کان سواءِ تون پيو ڪوبه لباس ڪري نه سگهندو آهين.“

پڇيائين، ”۽ مان گهڻو ڪري ڪلهن تي اجرڪ نه ويڙهيندو آهيان؟“

”برابر.“ وراڻيم، ”تون اجرڪ ويڙهيندو آهين.“

”ته پوءِ مان مهمان کي گلدستو ڇونه پيش ڪري سگهندس.“ چيني چيو، ”جواب ڏي نه ادا.“

چيني ڏانهن ڏسندي چيم، ”مون اهو ڪڏهن چيو تہ تون خاص مهمان کي گلدستو پيش ڪري نہ سگهندين.“

جواب ڏنائين، ”مان تنهنجي ڳالهہ جو مطلب سمجهي ويو آهيان.“

”جيڪڏهن منهنجي ڳالهہ جو مطلب سمجهي ويو آهين، چين، تہ پوءِ توکي ان خواهش تان هٿ کڻڻو پوندو. تون خاص مهمان کي گلدستو پيش ڪري نہ سگهندين.“

پڇيائين، ”آخر ڇو؟“

”ڇو جو تون ٻارهوئي سنڌي ٽوپي، سنڌي ويس ۽ اجرڪ ڪندو آهين.“ وراڻيم، ”جيڪي ٻار خاص مهمان کي گلدستو پيش ڪندا آهن، سي ان خاص موقعي تي سنڌي لباس ڪندا آهن - تنهن ڪري سندن لباس اڇا اُجرا، قيمتي ۽ خوشبوءِ وارا ٿيندا آهن.“

هڪدم چيائين، ”پوءِ مان بہ هڪ وڳو خاص طرح اهڙي موقعي لاءِ جدا ڪري رکندس، ۽ اهڙن موقعن تي پهريو پائيندس.“

چيم، ”تڏهن بہ تون خاص مهمان کي گلدستو پيش ڪري نہ سگهندين.“

ڏاڍو حيران ٿيو. پڇيائين، ”ڇو؟“

وراڻيم، ”ڇو جو تون گريڊ 20، 21، 22، ۽ 23 جي ڪنهن عملدار جو نہ پٽ آهين ۽ نہ پوٽو ۽ نہ ڀاءُ آهين ۽ نہ ڀائيجو.“ ✦

# ڪنگ سائيز

چيني مون کان پڇيو، ”ادا، بادشاهه سگريٽ جيترا ٿيندا آهن ڇا؟“

چيني جو سوال ٻڌي مان حيران ٿيس، جواب ڏيڻ بدران چيني کان پڇيم، ”اهڙو بي معنيٰ سوال متي ۾ ڪيئن آيو اٿئي؟“

چيني وراڻيو، ”ڪجهه سگريٽن جي پاڪيٽن تي لکيل هوندو آهي King Size، تنهن مان اندازو لڳايو اٿم ته بادشاهه قدبت ۾ سگريٽ جيترا ٿيندا آهن.“

”ڳالهه ته منجهائي مارڻ جهڙي ڪئي اٿئي، چينا.“ چيم، ”ان باري ۾ اسان کي سنجيدگيءَ سان سوچڻو پوندو.“

چيني چيو، ”مان هڪڙي صلاح ڏيانءِ ادا؟“

ڪنڌ لوڏيندي چيم، ”چئه.“

چيائين، ”بادشاهه قدبت ۾ سگريٽ جيترا ٿيندا آهن، يا سگريٽن جو قدبت بادشاهن جيترو آهي، ان باري ۾ بين الاقوامي سيمينار سڏايون.“

”بين الاقوامي ڇو؟“ پڇيم، ”قومي سيمينار ڇو نه؟“

”اصل ۾ مغربي سگريٽن تي سڀ کان اڳ ڪنگ سائيز جو ليبل چنبڙايو ويو هو. اسان جي ڪمپنين ان اصطلاح جي ڪاپي ڪئي آهي.“ چيني چيو، ”تنهن ڪري، سيمينار اسان کي بين الاقوامي سڏائڻو پوندو.“

هڪدم چيني کان پڇيم، ”اڙي چينا، سگريٽ ڇڪڻ ته شروع نه ڪئي اٿئي؟“

”في الحال ته نه.“ چيني وراڻيو، ”جڏهن سگريٽ ۽ بادشاهن جي قد جو مسئلو حل ٿيندو، تڏهن سگريٽ ڇڪڻ شروع ڪندس.“

”اهو مسئلو ته ڪڏهن به حل نه ٿيندو، چينا.“

”ڇو؟“

”ڇو جو سگريٽ وارن اصل ۾ بادشاهن سان ڏاڍائي ڪئي آهي.“

"ڪيئن؟"

"هن چالاڪيءَ سان بادشاهن جو اصلي قد ظاهر ڪري وڌو آهي."

"تہ ڇا بادشاهہ اصل ۾ سگريٽ جيترائي ٿيندا آهن؟"

"ڪجهہ بادشاهہ سگريٽ جي ٽوٽي جيترا بہ ٿيندا آهن، چينا."

"پر ڏسڻ ۾ تہ قداور ايندا آهن!"

"جيڪي بادشاهہ ڏسڻ ۾ قداور ايندا آهن، سي خوشامدين جي چبوتري تي بيٺل هوندا آهن؛ پر هوندا بندرا آهن."

"ان جو مطلب آهي تہ بادشاهہ قدبت ۾ سگريٽ جيترا ٿيندا آهن!"

چيني چيو، "تہ پوءِ اسان کي سگريٽ ڪمپنين جي اصطلاح تي اعتراض نہ ڪرڻ گهرجي."

چيم، "اسان کي ڪنگ سائيز جي اصطلاح تي اعتراض آهي، چينا."

پڇيائين، "ڇا جو اعتراض؟"

وراڻيم، "سوين بادشاهہ قدبت ۾ سگريٽ کان بنهہ ننڍڙا ۽ بندرا آهن، تاريخ شاهد آهي. اهڙن بادشاهن کي سگريٽ جي قدبت جيترو ظاهر ڪرڻ اصل ۾ سگريٽ جي توهين آهي." ✦

# مرشد

مان هڪ شخص کي سڃاڻان، جنهن جي وجود تي مون کي پنهنجي عڪس جو گمانُ ٿيندو آهي. اندر ۾ ڪا اٿتڙ اٿس. بيچين رهندو آهي. ذهني طرح اٿڻاٿيڪو آهي. دل جي ڌڙڪڻ تي ابابيل جي پرواز جو گمان ٿيندو اٿس. سينگاريل ايوانن ۾ اداس ۽ کنڊرن ۾ سرهو نظر ايندو آهي.

هڪ دفعي مرشد سان اندر جو حال اورڻ جو پڪو پهه ڪيائين. سفر جو سانپاهو ڪيائين، ۽ پوءِ، ڪڪرن، ڪنوڻ، ۽ گجگوڙ جو لڪ لنگهي، هو مرشد آڏو وڃي بيٺو.

مرشد جي موجودگيءَ ۾ اندر کي آٿت آيس.

ڳالهائڻ جو حڪم ٿيس. هن ڳالهايو. ڪنبندڙ آواز ۾ چيائين، ”مان پنهنجي دل جو درد بيان نہ ڪندس. تون منهنجو مرشد آهين. منهنجي دل جي ڪيفيت کان آگاهہ آهين.“

مرشد جو آواز پڌائين، ”تنهنجي دل ڪڪرن، ڪنوڻ ۽ گجگوڙ جي مسافر آهي.“

هن کي اچرج لڳو. پوءِ چيائين، ”مان ڪڪرن، ڪنوڻ ۽ گجگوڙ جو لڪ لنگهي تو تائين پهتو آهيان.“

”باطن جي ڪيفيت ظاهر جي ڪيفيت تي حاوي هوندي آهي.“ مرشد چيو، ”تون دل جي سفر کي پنهنجو سفر سمجهي ويٺو آهين.“

پڇيائين، ”منهنجي لاءِ بي ڪا وات نہ هئي ڇا، مرشد.“

مرشد جو آواز آيو، ”ڪرت جي ٿالهہ مان تو جنهن ڏينهن پنهنجي لاءِ تخليقي ڪم جي چونڊ ڪئي هئي، تنهن ڏينهن کانِ تنهنجي دل ڪڪرن، ڪنوڻ ۽ گجگوڙ جي لڪن جي مسافر آهي.“

هن پڇيو، ”ڪڪرن، ڪنوڻ ۽ گجگوڙ جي سفر جو مفهوم ڪهڙو آهي؟“

”اهو تخليقي ڪم جو عمل آهي!“ مرشد جو آواز آيو، ”انسان پنهنجي ذات ۾ باهہ آهي، پاڻي آهي، آواز آهي.“

پڇياڻين، ”۽ متي؟“

”متي اول، متي آخر.“ مرشد جو آواز آيو، ”هي سمورو متيءَ جو مانداڻ آهي.“

هن مرش کي چيو، ”منهنجي اندر ۾ ڪا اٿتڻ آهي.“

جواب مليس، ”اهو زندگيءَ جو اهڃاڻ آهي.“

پڇياڻين، ”منهنجيءَ بيچينيءَ جو سبب؟“

جواب آيس، ”توکي مسلسل جستجو آهي.“

وري پڇياڻين، ”ذهني طرح اٿانئيڪو ڇو آهيان؟“

جواب مليس، ”ڇو جو سچ جي سرحد وٽ بيهي رهيو آهين.“

چياڻين، ”مان جواب جي تهه تائين پهچي نه سگهيو آهيان مرشد.“

مرشد جو آواز ٻڌائين، ”سچ جي حدن ۾ داخل ٿيڻ جي همت نه ٿو سارين.“

چياڻين، ”مان اڃا به جواب جو انت لهي نه سگهيو آهيان.“

آواز آيس، ”سچ چوڻ چاهين ٿو، پر سچ چوڻ جي سگهه نه ٿو سارين – سچ جي واٽ وٺڻ چاهين ٿو، پر سچ جي واٽ تي هلڻ جي همت نه ٿو ڌارين – اهوئي تنهنجي ذهني طرح اٿانئيڪي هئڻ جو سبب آهي.“

هن اڃرج وچان ڪنڌ متي ڪري مرشد ڏانهن ڏٺو – پر مرشد ڏانهن ڏسي نه سگهيو.

پوءِ هن مرشد کان پڇيو، ”منهنجو علاج.“

جواب مليس، ”ويڄن لاءِ تنهنجو مرض لاعلاج آهي. تنهنجو علاج تو وٽ آهي. تون ئي پنهنجو طبيب آهين.“

هو ڪڪرن، ڪنوڻ ۽ گجگوڙ جو سفر ڪري موٽي آيو. سينگاريل ايوانن ۾ دل نه لڳس، ته ڪنڊرن ۾ وڃي ويٺو. مان هن جي سامهون وڃي ويٺس. هن مون کي چيو، ”جڏهن حالتن کان مجبور ٿي سچ ڳالهائڻ جي همت ساري نه سگهبي آهي، تڏهن سچ جي وچ ۾ ويهڻ سان اندر کي آرام ملندو آهي. سينگاريل ايوان نظر جو دوکو آهن، ۽ ڪنڊر سراسر سچ آهن.“

مان هن سان متفق آهيان. ✦

# گرين روم

گذريل هفتي (30 مئي 1984ع) ستارن جي گردش سبب نوابشاهہ وڃڻ، ۽ زناني ميڊيڪل ڪاليج جي افتتاحي رسمہ ڏسڻ جو موقعو مليو.

پيپلز ميڊيڪل ڪاليج، ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول جي هاسٽل واري حصي ۾ ڪوليو ويو آهي، ۽ اسڪول جو مشهور هال، "لطيف هال" پڻ ميڊيڪل ڪاليج جي حوالي ڪيو ويو آهي. ڪاليج زنانو آهي، جنهن ۾ فقط ڇوڪريون پڙهنديون. پروفيسر، ليڪچرار، ڊمانسٽريٽر، آفيسر، ڪلاڪ ۽ پٽيوالا گهڻو ڪري مرد هوندا.

افتتاحي تقريب جو بندوبست لطيف هال ۾ ڪيو ويو هو.

لطيف هال سان منهنجون اڻ وسرندڙ يادگيريون وابستہ آهن. گهڻو اڳ، جڏهن مان ڪراچيءَ مان پڇي نڪتو هوس، تڏهن نوابشاهہ ۾ وڃي پناهہ ورتي هئمہ. نوابشاهہ ۾ لوڪل بورڊ هائي اسڪول جي اڳوڻي هيڊ ماستر سائين ايڇ. ايمہ خواجہ صاحب منهنجي مٿي تي شفقت جو هٿ رکيو، ۽ لطيف هال جو گرين رومہ مونکي رهڻ لاءِ ڏيئي ڇڏيو. اُنهن ڏينهن ۾ ون يونٽ نئون نئون وجود ۾ آيو هو. گورنمينٽ ڪاليج ۽ لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول جي اسان شاگردن ون يونٽ خلاف تحريڪ جو آغاز لطيف هال مان ڪيو هو. لطيف هال ۾ ٽيبلو ۽ ڊرامہ ڪياسين. ڊرامن جي دوران اسان جو پيارو دوسٽ ۽ ساٿي عبدالمالڪ اسان کان هميشہ لاءِ ڌار ٿي ويو. لطيف هال جي گرين رومہ مان مون پنهنجي ادبي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. لطيف هال جي ئي گرين رومہ ۾ رهندي مان اتفاق سان سنڌ ڪرڪيٽ ايسوسيئيشن ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪرڪيٽ ٽيمن لاءِ وڪيٽ ڪيپر بيٽس مئن چونڊيو هوس، ۽ پوءِ پشاور يونيورسٽيءَ خلاف پاڪستان جي گڏيل يونيورسٽين جو نئون وڪيٽ ڪيپنگ رڪارڊ اتفاق سان ٺاهي ويٺو هوس. اُهو لطيف هال جو گرين رومہ ئي هيو، جتان مون دل هٿان شڪستن کائڻ جو آغاز ڪيو. اهي ڳالهيون 1955ع کان 1958ع واري دور جون آهن.

وقت گذري ويو آهي. پنهنجي پٺيان يادگيرين جا انبار ڇڏي ويو آهي. لطيف هال پنهنجي جاءِ تي موجود آهي. مان پنهنجي جاءِ تي موجود نه آهيان. مان گذري ويو آهيان. مان مٽيءَ جو مانداڻ هوس، ڍهي ويو آهيان. ڌڙ هوس، اڏامي ويو آهيان. جنهن گرين روم ۾ مان رهندو هوس، ان ۾ بڪ اسٽال کوليو اٿائون. مان بوڪ اسٽال ۾ وڃي ويٺس. ماضيءَ کي سڏ ڪيم، پڪاريم، جواب نه آيو. پڙلاءُ آيو:

"پـونءِ نـه آئـي پـانءِ الاءِ،
الا مان آڏري ويندوسانءِ."

مان موٽي وڃي هال جي هڪ ڪنڌ ۾ ويهي رهيس.

جڏهن حال هيٺو هوندو آهي، تڏهن ماضيءَ جون ڳالهيون ڪبيون آهن: اڄ مون ماضيءَ جون ڳالهيون ڪيون آهن. منهنجي ڪشتيءَ ۾ ماضيءَ جي يادگيرين کانسواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونهي. ✦

# مٽيان

ڏينهن جو اُٿندي ويهندي، گهمندي ڦرندي، ڪم ڪار ڪندي لکڻ لاءِ نوٽس (Notes) وٺي ڇڏيندو آهيان. ڪيسي ۾ ننڍڙا ننڍڙا ڪارڊ ڪٽي هلندو آهي. ذهن ۾ ايري آيل خيالن جي تروري کي ڪارڊن تي قلمبند ڪري ڇڏيندو آهيان. ۽ پوءِ، جڏهن رات جا پهريان پهر گذري ويندا آهن، ۽ ڪائنات ماٺ ۾ غرق ٿي ويندي آهي، مان پنهنجا نوٽس پڪيڙي ڇڏيندو آهيان، ۽ ڪا تحرير مڪمل ڪرڻ لاءِ ويهي رهندو آهيان.

پر، ڪا ڪا رات ڏائڻ جهڙي بہ ايندي آهي، هنيانءَ ڪائي ويندي آهي. ڏات تي واسينگ چپ ماري ويهي رهندو آهي. نوٽس وارا ڪارڊ، قلمبند ڪيل نقطا اکين آڏو پيا هوندا آهن. تڏهن، جملن کي اظهار لاءِ لفظ، ۽ لفظن کي روپ نہ ملندو آهي. سٽون لکندو آهيان، لکي ڊاهي ڇڏيندو آهيان. جملا جوڙيندو آهيان، جوڙي وري ٽوڙي ڇڏيندو آهيان. ۽ پوءِ، لفظن ۽ جملن جي جستجوءَ ۾، اظهار لاءِ مناسب تحرير جي آرزوءَ ۾ لڇندي رات وهامي ويندي آهي. پرهہ ٻاڪون ڪيندي آهي. مان اُٻاٽڪو اُٻاٽڪو رستن تي نڪري پوندو آهيان. اندر جا اُڌاما آتش فشان وانگر محسوس ٿيندا آهن. دل ڪم ۾ نہ لڳندي آهي. پر، دل لڳي، يا نہ لڳي، ڪم ڪرڻو ئي پوندو آهي. پيٽ جي دوزخ تي چندو هٽڻوئي پوندو آهي. مغربي ملڪن ۾ لکڻ وارا فقط لکندا آهن. اسان وانگر آفيسن ۾ جک نہ ماريندا آهن. اسان جي ملڪ ۾ قلم جو پورهيو ڪندڙن ۾ صحافين کي ڇڏي؛ باقي ڪوبہ اهڙو گمان ڪونهي، جيڪو تخليقي ادب مان عزت جي روزي ڪمائي، ۽ سفيد پوشيءَ جي زندگي گذاري سگهي. ان سلسلي ۾ فلمي ليکڪن جو حوالو ڏيڻ اجايو آهي. مون بہ چار پنج سال فلم انڊسٽريءَ ۾ گذاريا آهن، ۽ سٺن اٺن فلمن لاءِ مڪالما ۽ منظرنامہ لکيا آهن. اسان جي ملڪ ۾ فلمن لاءِ لکڻ لاءِ تخليقي ڪم ناهي. اسان جي ملڪ ۾ فلمون پروڊيوسر جي مرضيءَ ۽ منشا مطابق لکيون وينديون آهن، ۽ اسان جي ملڪ جا پروڊيوسر عام طرح جاهل ٿيندا آهن.

اسين لکندا آهيون اُتاولي ذهن ۾ اُٿلندڙ خيالن جي اظهار لاءِ.

مون ڳالهه پئي ڪئي ڏائڻ جهڙي رات جي، جنهن ۾ مان لکي نه سگهندو آهيان. جملا لفظن جي تعاقب ۾ هوندا آهن، ۽ لفظ جملن جي تعاقب ۾. سٽون لکندو آهيان، ۽ لکي وري ڏاهي ڇڏيندو آهيان. جملا جوڙيندو آهيان، ۽ جوڙي وري ٽوڙي ڇڏيندو آهيان. اها رات عذاب جي رات هوندي آهي.

ڪجهه راتيون عذاب جهڙيون گذاريون اٿم. لکڻ چاهيان ٿو، لکي نه ٿو سگهان. ذهن ڪن ۾ خالي، ۽ ڪن ۾ هزارين ويچارن، وهمن، سنسن ۽ خيالن سان پريل محسوس ٿئي ٿو.

مان ڇا ٿو چوڻ چاهيان! مان ڇا ٿو لکڻ چاهيان! ڪهڙن خيالن جي اظهار لاءِ مان اُتاولو آهيان! مان واريءَ جو مسافر آهيان. مون پنهنجي پٺيان قدمن جا نشان نه ڇڏيا آهن، تنهن ڪري منهنجو موٽڻ محال آهي. مونکان اڳ جيڪي مسافر واريءَ جي وحشت مان لنگهيا هئا، انهن جي قدمن جا نشان منهنجين اکين آڏو موجود ناهن. مان روايتن کان محروم آهيان. مون جنهن کان منزل جو ڏس پڇيو هو، سو به مون وانگر واريءَ جو مسافر هو.

مان ڪوهڪن آهيان. مان صحرائن جو سيلاني آهيان. مان پنهنجين راهن جو خالق آهيان. منهنجين راهن جو ڪو ڇيهه ڪونهي، ڪا منزل ڪونهي.

مان لکڻ چاهيان ٿو، لکي نه ٿو سگهان، ڪجهه چوڻ چاهيان ٿو، ته چئي نه ٿو سگهان. رات ڏائڻ، ۽ ڏينهن ڏکن جو ڏيهه آهي. ڏات تي واسينگ چپ ماري ويهي رهيو آهي. مون واسينگ جي متي مان مڻيان ڪڍي ورتي آهي. منهنجيءَ دل جي ويرانين ۾ تنهنجيءَ ياد جي روشني آهي ۽ واسينگ جي مڻيان منهنجيءَ مٺ ۾ آهي. ✦

# سفر

ڪجھ ڏينهن کان هو مون کي هيڪلائين ۾ نظر ايندو رهيو آهي. سانجهيءَ ويلي، جڏهن سج ٻڏي ويندو آهي، ۽ وڻن جا پاڇا اوندھ جي ابتدا ۾ جذب ٿي ويندا آهن، تڏهن هو ظاهر ظهور منهنجي سامهون اچي بيهندو آهي. مان اڄ تائين سندس چهرو ڏسي نہ سگهيو آهيان. هو جڏهن بہ ظاهر ٿيندو آهي، ڌنڌ يا ڪوهيڙي ۾ ويڙهيل هوندو آهي. سندس آواز عام رواجي آوازن کان بنھ مختلف هوندو آهي. سندس گنڀير آواز پنيان صدين جو پڙلاءُ هوندو آهي. هو هر دفعي جڏهن بہ ملندو آهي، تڏهن ساڳي ڳالھ ڪندو آهي.

ڪالھ سانجهيءَ ويلي هيڪلائين ۾ هو مونکي مليو هو. مون کان پڇيائين، "پوءِ، ڪڏهن ٿو مون سان هلين؟"

مون کي پنهنجي جسم تي لونءَ ڪانڊارجندي محسوس ٿي. مون هن کان پڇيو، "تون ڪير آهين؟"

هو کليو. پڇيائين، "تون مونکي نہ ٿو سڃاڻين؟"

"نہ." چيم، "مون توکي زندگيءَ ۾ پهريون دفعو ڏٺو آهي."

چيائين، "مان توکي وٺڻ آيو آهيان. ڪو مناسب وقت ڏي- مان اُن ڏينهن توکي وٺڻ ايندس."

پڇيومانس، "پر، تون ڪير آهين، ۽ مونکي ڇو وٺڻ آيو آهين؟"

جواب ڏنائين، "مان ازلي سفر جو سونهون آهيان."

مان سندس جواب سمجهي ويس. هن ڏانهن ڪجھ اچرج سان نهارڻ لڳس.

هن چيو، "مان جڏهن بہ ڪنهن کي وقت کان اڳ وٺڻ ايندو آهيان، تڏهن بي مقصد نہ ايندو آهيان."

ڌنڌ ۾ سندس چهرو ڏسڻ جي اجائي ڪوشش ڪندي چيم، "مان سمجهان ٿو، تون وقت تي آيو آهين. وقت کان اڳ نہ آيو آهين."

پڇيائين، ”هلڻ لاءِ تيار آهين ڇا؟“

چيم، ”هتي هينئر وڌيڪ ترسڻ بي معنيٰ ٿو لڳي.“

پڇيائين، ”دل پرچي ويئي اٿئي؟“

وراڻيم، ”گهڻو ڪجهه ڏٺو اٿم. گهڻو ڪجهه پرايو اٿم. ۽ گهڻو ڪجهه وڃايو اٿم. هينئر وڃائڻ لاءِ مون وٽ ڪجهه به باقي نه بچيو آهي. ۽ حاصل ڪرڻ جي ڪابه خواهش نه اٿم.“

پڇيائين، ”اڌپورا ڪم پورا ڪري ڇڏيا اٿئي؟“

وراڻيم، ”ها.“

چيائين، ”تڪڙ ۾ هاڪار ڪئي اٿئي. تنهنجا ڪجهه ڪم باقي رهيل آهن؛ اهي پورا ڪري وٺ. مان توکي مهلت ڏيان ٿو.“

چيم، ”پر، مان نه توسان هلڻ لاءِ تيار آهيان.“

پڇيائين، ”پيهر موٽي اچڻ جي اميد اٿئي ڇا؟“

وراڻيم، ”چئي نه ٿو سگهان.“

”پنهنجن ڪمن، فرضن، ۽ ذميدارين جو چڱي طرح جائزو وٺي ڇڏ.“ هن چيو، ”اسان جو سفر تمام طويل آهي.“

”مون کي خبر آهي.“ چيم، ”مونکي اها به خبر آهي، ته منهنجي وڃڻ کان پوءِ دنيا جي وهنوار ۾ فرق نه ايندو. ڌرتيءَ جو گولو، چورس نه ٿيندو– سج اوير بدران اولهه کان نه اڀرندو. مان هلڻ لاءِ تيار آهيان. تون ڪجهه ڏينهن کان مون وٽ لاڳيتو ايندو رهيو آهين. مان توکي مايوس موٽائڻ مناسب نه ٿو سمجهان.“

”الاءِ چو، چاهيان ٿو ته توکي ڪجهه لمحن جي مهلت ڏيان.“ هن چيو، ”تون ڌرتيءَ تي سيس نوائي وٺ، مٽي تي مٽيءَ جو محراب ٺاهي وٺ– مان توکي وٺڻ ايندس– في الحال مان وڃان ٿو.“

هو هليو ويو. سفر جو سامان ٻڌو رکيو آهي. بس، وڃڻ جي دير آهي.. ✦

# لاٽ

منهنجي خيالن جو سلسلو موسيقي، خوشبوءِ ۽ اٿوسرنڊڙ لمحن جي ياد سان قائم رهندو آهي. سلسلي جي ڪڙين ۾ غم جي ڪيفيت نمايان هوندي آهي. مان بنا ڪنهن مڪر جي قبول ڪري چڪو آهيان، تہ مان غم پسند آهيان. مان غم جو متلاشي آهيان. غم جو ڳولائو آهيان. مان غم جي گهڙين سان ذهن جي ويران خانن کي سينگاريندو آهيان. غم جي احساس جي روشنيءَ سان اندر جي اونده کي دور ڪندو آهيان.

آمريڪي ڊرامن جي نقاد اسٽارڪ ينگ کان جڏهن پڇيو ويو هو تہ غم جي ڪيفيت وارا، يعني الميہ ڊراما انسان جي ذهن تي ڇو حاوي هوندا آهن؛ تڏهن اسٽارڪ ينگ وراڻيو هو، ”زندگي درد مان جنم وٺندي آهي، ۽ درد سان ختم ٿيندي آهي.“ اسٽارڪ ينگ جو اشارو انسان جي جمڻ ۽ مرڻ ڏانهن آهي. انسان جمڻ ۽ مرڻ جي ٻن انتهائن جي وچ ۾ درد جي صحرا مان گذرندو اهي. درد جو صحرا حياتيءَ وانگر هيڪلو، موت وانگر بي رحم، ۽ فراق وانگر طويل هوندو آهي. مون کي آغا سليم جي ناول ”اونداهي ڌرتي، روشن هٿ“ جو مرڪزي ڪردار سارنگ وڻندو آهي. سارنگ تاريخ جي هر دور ۾ درد جي صحرا مان لنگهندو رهيو آهي.

مونکي عبدالحق عالماڻي ياد آيو آهي. هو ايڏو اُداس ڇو رهندو هو! ڪلندو هو، تہ سندس ڪلڻ مان غم ليئا ڇو پائيندو هو! ياد ٿو اچيم، هڪ دفعي ريڊيو لاءِ گيتن واري ڪهاڻي لکي هئائين، جنهن جو مرڪزي ڪردار صدين کان جيئرو آهي. هو مري نہ ٿو. هو هر درد جي زهر مان حياتي جي سپ پيري وٺي ٿو ۽ جيئندو رهي ٿو. چون ٿا تہ عبدالحق عالماڻي مري ويو آهي! درد جي صحرا جا مسافر مرندا ناهن. هو عارضي طرح اسان جي نگاهن کان اوجهل ٿي ويندا آهن.

”روح رهاڻ“ رسالو ترقي پسند اديبن جو ورڪشاپ هو. الاءِ ڪيترا

اديب ۽ شاعر رسالي جي ورڪشاپ مان پڇي نهي راس تي نڪتا، ۽ رجعت پسند قوتن جي ڳاٽ تي سوار ٿي ويا.“ ”روح رهاڻ“ جيِ شاعريءَ واري آڳي ۾ هڪڙي نوجوان شاعر جو عڪس پختو ٿي رهيو هو. نالو هوس ديدار حسين. هڪڙي ڏينهن خودڪشي ڪري ڇڏيائين. بي انتها بهادر هو. ريل جي پٽي تي ٿي وينو. هڪ خط دوستن جي نالي لکيائين. درد جي صحرا جو ذڪر ڪيائين. ۽ پوءِ جڏهن راڪاس جيڏي ريل پريان ايندي ڏٺائين، تڏهن مانڙي ڪري ريل جي پٽيءَ تي ليٽي پيو. وڍجي ويو. ٽڪر ٽڪر ٿي ويو. عارضيءَ طرح اسان جي اکين کان اوجهل ٿي ويو. پر، دوست چون ٿا تہ ديدار حسين مري ويو آهي!

رات جو روح جڏهن ٿرندو آهي، تڏهن ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي آوازن جون لهرون راولپنڊي، اسلام آباد جي جبلن سان متو اچي هٽنديون آهن. ڪجهہ دير اڳ مون دين محمد جي آواز ۾ ڳايل قمر شهباز جو گيت ٻڌو آهي:

”وات تڪيندي لات أجهائي موٽي ميت نہ آيو!“

پايان ٿو قمر شهباز جي گيت سان منهنجي ڪا مبهم مبهم ياد وابستہ آهي- ڌرتيءَ ۽ دل سان وابستہ ڪا ياد! اهڙي ياد، جنهن جو اظهار بي معنيٰ آهي. جنهن جو بيان بي معنيٰ آهي. اهڙي ياد ڪي فقط محسوس ڪري سگهبو آهي. اهڙيءَ ياد سان جيئبو آهي- اهڙيءَ ياد سان مربو آهي. ✦

# ماءُ

مان ڪجهہ ڏينهن کان ذهني طرح ٺيڪ نہ آهيان. اندر ۾ آرام ڪونهي. تصور جي رڻ ۾ متضاد خيالن جو راڙو آهي. عذاب هميشه هيڪلاين ۾ برداشت ڪبو آهي، پر، ڪنهن ڪنهن وقت دل ڪندي آهي تہ، ڪو هجي، جنهن سان اندر جو حال اورجي، ڪو هجي، همدرد هجي، پنهنجو هجي، جنهن سان ٽڙيل پکڙيل ويچارن جو اظهار ڪجي! اهي ڪي نصيبن وارا هوندا، جن کي حال اورڻ لاءِ حبيب ملندا هوندا. ورهيہ ٿيندا، جو مون شڪايتن جا دفتر بند ڪري ڇڏيا آهن!

اڄ دل ڪري ٿي Absurd لکان، بي مقصد لکان، بي مطلب لکان، بي معنيٰ لکان، بعيد از قياس لکان. ڪجهہ اهڙو لکان، جنهن جو نہ منڍ هجي ۽ نہ پڇاڙي. ڪا اهڙي تحرير لکان جيڪا تجريدي فن وانگر بيزار ڪندڙ هجي. بس، مان ائين ٿي آهيان. جڏهن بہ ذهني طرح پريشان ٿيندو آهيان (پريشان لفظ سان مان متفق نہ آهيان، مان پنهنجي ذهني ڪيفيت جو چڱي طرح اظهار ڪري نہ ٿو سگهان) تڏهن تجريدي لکندو آهيان. پڙهندڙن کي سمجهہ ۾ نہ ايندو آهيان. هو مونکي بددعائون ڏيندا آهن، منهنجي حق ۾ دعا نہ ڪندا آهن.

منهنجي ماءُ منهنجي حق ۾ دعا ڪندي هئي. مون زمان ماضي استعمال ڪيو آهي. مونکي زمان حال استعمال ڪرڻ گهرجي. ماءُ ۽ ماءُ سان وابستہ جذبا زمان ماضي نہ ٿيندا آهن. منهنجي ماءُ منهنجي حق ۾ دعا ڪندي آهي.

مونکي پنهنجي ماءُ سان همدردي آهي. مون پنهنجيءَ جيجل ماءُ کي اڪثر سمجهايو بہ آهي، تہ ماءُ، منهنجي حق ۾ دعا نہ ڪندي ڪر، تنهنجي دعا سنڌيءَ ۾ لکيل درخواست وانگر ابتو اثر ڪندي آهي. هوءَ منهنجي ماءُ آهي. هن مونکي ڄڻيو آهي. پنهنجي پيار تان هٿ کڻي نہ سگهي آهي، هميشه منهنجي حق ۾ دعا ڪندي آهي.

سنڌو منهنجي حق ۾ دعا نہ ڪندي آهي. ڪيس خبر آهي تہ مان نٿر آهيان. عذابن جا ڪنڊا چوندي پنهنجين پنبڻين ۾ ٽنبي ڇڏيندو آهيان. سنڌو چوندي آهي، نٿر لاءِ دعا نہ ڪبي آهي. هڪ دفعي سنڌوءَ کي يقين ڏيارڻ لاءِ، تہ مان نٿر نہ آهيان، ۽ مان عنقريب سڌري پوندس، مون ڏيڍ ڪلاڪ تائين سنڌوءَ جو مٿو ڪاڻو هو. ايسپرو جون چار گوريون کائڻ کان پوءِ سنڌوءَ چيو هو، "تنهنجي سڌرڻ جي عمر گذري ويئي آهي. تون قيامت تائين نٿر رهندين."

سنڌوءَ جي فتويٰ سان مونکي پيار آهي. هوءَ منهنجي حق ۾ دعا نہ ڪندي آهي. شل سندس سينڌ سائي رهي.

وڻن جا پاڇا وڏي ويا آهن. شام جو وقت آهي. مان سمنڊ جي ڪناري تان ڪوڏ ميڙي رهيو آهيان. مون واريءَ تي گهرڙو ٺاهيو هو، وير آئي، گهرڙو ڊهي ويو. مان وقت جي پيچرن ۾ ماضيءَ جي نشانن جو متلاشي آهيان. بيوقوف آهيان. مان ننڍڙو بيوقوف آهيان. سرمارتيمر ويلر دنيا جو عظيم بيوقوف آهي.

ايئن ڪونهي تہ پڪاسو هوبهو زندگيءَ جهڙيون تصويرون ٺاهي نہ سگهندو هو! هو وڏو فنڪار هو. هن تجريدي فن ذريعي نيوڪليئر دور جي انسان کي منتشر ذهن جي اظهار لاءِ راهہ ڏني آهي. مان يقين سان چئي نٿو سگهان تہ البرڪاميو تجريدي فن جي ماهر پيوبلو پڪاسو جو معتقد هو، يا نہ، پر مان ايترو سو يقين سان چئي سگهان ٿو، تہ ڪاميو جي تحريرن کي جيڪڏهن رنگن وسيلي ڪينواس تي پکيڙيو وڃي، تہ هوند پڪاسو جو تجريدي فن ٿي پون. ✦

# ٿوهر

ڪلاڪن کان ڪاغذن تي ڪجهہ لکي، لکيل لفظن کي پڙهي ڪاغذن کي ڦاڙي ڇڏيان ٿو. سوچيان ٿو، جيڪي ڪجهہ لکڻ چاهيان ٿو، نہ لکان. في الحال مصلحت کان ڪم وٺان. ماحول جو جائزو وٺان. سڙهہ چاڙهڻ کان اڳ هوا جو رُخ ڏسان. خاموش ٿي وڃان. تخليقي عمل کي سوريءَ تي لٽڪائي ڇڏيان.

ان ڪيفيت ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ گذري ويا آهن، ڪجهہ لکان ٿو. لکيل ڪاغذ کي هڪ دفعو پڙهي، ڦاڙي ڇڏيان ٿو. ڦاٽل ڪاغذ منهنجي قدمن ۾ اڏامي رهيا آهن. لکيل لفظ عارضي طرح منتشر منتشر ٿي رهيا آهن. پر، مان، پنهنجي وجود کي لفظن ۽ جملن جي سرطان کان آجو ڪري نہ ٿو سگهان. مان سرطان جي عذاب کان آجو ٿيڻ لاءِ ڪاغذن تي ڪجهہ لکان ٿو ۽ پوءِ ڪاغذ ڦاڙي پرزا پرزا ڪري ڇڏيان ٿو. مونکي پنهنجو ڏوهي ياد اچي ٿو، جنهن منهنجي White Collar جو ڏک ڏکيو آهي. مان ڪيس وسارڻ چاهيان ٿو، پر هو مون کي شدت سان ياد ايندو رهي ٿو.

مون اميدن کي ٻہرن مان پير لاهي ڏنا آهن. مون ٿوهرن سان خوابن جي دنيا کي سينگاري ڇڏيو آهي.

گهڻو اڳ، مون جڏهن زندگيءَ جي رڻ پٽ ۾ پهريون دفعو ٿوهر جو وجود محسوس ڪيو هو، تڏهن ٿوهر مونکي روح جي عذاب جهڙو دردناڪ لڳو هو.

پوءِ، هڪ دفعي مون تمنا جي ايوان ۾ ٿوهر جي ڪونڊي، ۽ گلدان ۾ ديويءَ جي ٽاري ڏٺي. تمنا چيو هو، ”مونکي ڪنڊن سان پيار آهي، ۽ ٿوهر اسان جي زندگيءَ جي علامت آهي.“

مون تمنا کي ڪو جواب نہ ڏنو هو. تمنا چيو هو، ”جڏهن ڪنڊن سان دامن جو وچڙڻ خواهش ۾ شامل ٿي ويندو آهي، ۽ ٿوهر جي وجود سان

اُنس تي ويندو آهي، تڏهن زندگي دردناڪ هوندي بہ، دردناڪ محسوس نہ ٿيندي آهي."

ايوان آهي. پر، ايوان ۾ تمنا نہ آهي. هڪ طرف ٿوهر جي ڪونڊي رکي آهي، جنهن ۾ ٿوهر، حالتن کان بينياز، ويرانين ۾ پنهنجي وجود جو امين ٿي بيٺو آهي. گلدان ۾ ديويءَ جي ٽاري سڪي ويئي آهي.

مون سنڌيءَ ۾ ادبي تاريخون پڙهيون آهن. ڪنهن بہ تاريخ ۾ تخليقي عمل جي ارتقا ۾ اوچتي خاموشي، ۽ خاموشيءَ کان پوءِ موت جي سبب جو ذڪر ڪيل ناهي. جيڪي تاريخون اسان جي ماتمڪدي جو ذڪر نہ ٿيون ڪن، سي مڪمل نہ آهن، اڌوريون آهن. ڪنهن بہ ادبي تاريخ، ادب ۾ رت جي ليڪ جو ذڪر نہ ڪيو آهي. ✦

# سمجهاڻي

ڪالهه هن سان زندگيءَ جي مختلف مسئلن ۽ مونجهارن تي طويل گفتگو ٿي هئي. مون ڪانئس انيڪ سوال پڇيا هئا. هن منهنجن سوالن جا جواب ٺحمل ۽ تدبر سان ڏنا هئا. اجوڪي ڪالم ۾ مان ڪالهوڪي طويل گفتگوءَ جا ڪجهه حصا قلمبند ڪندس. هن چيو هو، ”تون منهنجن جوابن سان اختلاف ڪري سگهين ٿو. اهو تنهنجو بنيادي حق آهي.“

مون ڪانئس پڇيو، ”روشنيءَ سان محبت تي جيڪڏهن بندش هجي- پابندي هجي- راهه ۾ رڪاوٽون هجن، تڏهن ڇا ڪرڻ گهرجي؟“

هن وراڻيو، ”اوندهه سان هرگز ناهه نه ڪجي.“

چيم، ”مان تنهنجي جواب جو انت لهي نه سگهيو آهيان.“

هن چيو، ”اوندهه کان نفرت جو اظهار اڻ سڌي طرح روشنيءَ سان محبت جو اعتراف آهي.“

پوءِ مون ڪانئس پڇيو، ”گهُٽ ۽ پوسٽ ۾ انسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي.“

هن وراڻيو، ”پنهنجي ذهن جون ڳڙڪيون کولي ڇڏڻ گهرجن. وقت جڏهن ڪتابن جي سنگت ۾ گذرندو آهي، تڏهن گهُٽ ۽ پوسٽ جو احساس موت وانگر ماريندڙ نه هوندو آهي.“

مون ڪانئس پڇيو، ”موت ڇا آهي؟“

جواب ڏنائين، ”موت زندگيءَ جي ڪشمڪش جي پڄاڻي آهي.“

پڇيم، ”اُهي شخص جيڪي خودڪشي ڪندا آهن؟“

”سي ٻن خصن ۾ ورهائي سگهبا آهن.“ هن وراڻيو، ”ڪجهه شخص مايوسين ڪان مجبور ٿي خودڪشي ڪندا آهن. هنن کي بزدل سڏي سگهجي ٿو. ڪجهه شخص زندگيءَ جي سفر ۾ ڪنهن مخصوص مقام تي پهچڻ کان پوءِ سفر جو پنهنجي مرضيءَ سان اختتام ڪندا آهن. هو بهادر سڏبا آهن.“

ڪانئس پڇيم، ”عام طرح ڪنهن کي بهادر سڏي سگهجي ٿو؟“

وراڻيائين، ”جيڪو منافق نہ هجي.“

ڪانٽس وضاحت جي درخواست ڪيم.

هن چيو، ”جيڪو اوندهہ کي روشني، جنگ کي امن ۽ ظلم کي عافيت ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ۽ سانڍي وانگر ست رنگ بدليندو رهي، تنهن شخص کي منافق سڏي سگهجي ٿو.“

ڪانٽس پڇيم، ”تہ پوءِ ڊپلوميسي (حڪمت عملي) ڇا آهي.“

”انفرادي يعني شخصي سطح تي منافقت جو ٻيو نالو ڊپلوميسي آهي.“ هن وراڻيو، ”۽ اجتماعي سطح تي ڊپلوميسيءَ جو ٻيو نالو پرڏيهي پاليسي آهي.“

پوءِ مون ڪانٽس غم جي باري ۾ پڇيو.

هن چيو، ”غم، خوشيءَ کان وڌيڪ پائيدار ٿيندو آهي.“

”۽ خوشي؟“

”خوشي عارضي ٿيندي آهي.“

”ٻنهي جو پاڻ ۾ ڪهڙو تعلق آهي؟“

”غم کان سواءِ خوشيءَ جو، ۽ خوشيءَ کان سواءِ غم جو تصور ڪري نہ ٿو سگهجي.“

”ٻئي هڪ ٻئي لاءِ لازم ۽ ملزوم آهن؟“ پڇيم.

”ها.“

”۽ محبت؟“

”لا حاصل تہ دائم، ورنہ جر جو ڦوٽو.“

”ڪيئن؟“

”وصال محبت جو زوال آهي، ۽ وڇوڙو محبت جو معراج آهي.“

مون ٻانهن ڊگهيري سندس مقدس پيرن تي هٿ رکيو- ڪانٽس موڪلايو.. هن افق ڏانهن اشارو ڪندي چيو، ”ماڻهن ليکي ڌرتي ۽ آسماني افق جي ٻئي پار پاڻ ۾ ملندا آهن- پر ائين نہ آهي- اهو نظر جو فريب آهي. جدائي ڌرتيءَ ۽ آسمان جو مقدار آهي.“ ✦

# گلدان

اڄ گلدان پڄي پيو آهي.

گلدان ۾ گل نہ هئا. ورهين کان مون گلدان ۾ گل نہ رکيا هئا. مان گلدان جي هيڪلائي ڏسي سگهندو هوس. سندس محروميءَ کي بہ محسوس ڪري سگهندو هوس، پر، ڪيس گلن سان سينگاري نہ سگهندو هوس.

مون هڪ دفعي گلدان کي چيو هو، تہ گلدان، مون کي تنهنجي اڪيلائيءَ جو احساس آهي، مان تنهنجي بدنصيبي محسوس ڪري سگهان ٿو. پر، مان مجبور آهيان. مون وٽ گل نہ آهن. زندگيءَ ۾ هميشه گل نہ ٽڙندا آهن. رات جي راڻي هميشه لاءِ زندگيءَ کي واس نہ ڏيندي آهي. گلن واريون گهڙيون عارضي هونديون آهن– مختصر هونديون آهن– اک ڇنڀ ۾ گذري وينديون آهن. مون وٽ گل ناهن؛ گلدان مون وٽ گلن جي فقط ياد آهي، ۽ گلن جي ياد سان ذهن کي تہ سينگاري سگهبو آهي، پر گلدان سينگاري نہ سگهبو آهي.

پوءِ گلدان بيحد اُداس ٿي ويو هو. مون گلدان کي سمجهائيندي چيو هو، تہ گلدان تون دل جهڙو آهين. ڪڏهن تہ گلن سان سينگارجي ويندو آهين، ۽ ڪڏهن ويران ٿي ويندو آهين، دل وانگر. تون دل وانگر پڄي بہ پوندو آهين. پر مان توکي پڄڻ نہ ڏيندس. مان جيڪڏهن توکي گلن سان سينگاري نہ ٿو سگهان، تہ گهٽ ۾ گهٽ دل وانگر ڪنهن ڪنڊ پاسي تہ رکي سگهان ٿو!

۽ مون گلدان کي ميز تي ڪتابن جي پرسان رکي ڇڏيو. گلدان کي چيو هوم، مان توکي شاهہ جو رسالو آڻي ڏيندس– شاهہ جي رسالي جا سمورا سر سراسر سوز آهن، پر سر سامونڊيءَ ۾ ڪجهہ غير معمولي آهي– احساس– بيوسي– ۽ بيڪليءَ جي اُپٽار! سامونڊين سان سگ جون ڳالاهيون! وڻجارن جون ڳالهيون. بند ۽ بازارين جون ڳالهيون!

هڪ دفعي چيني مون کان پڇيو هو، تہ ادا، تون گلدان سان چو ڳالهائيندو آهين. پوءِ، پاڻ ئي چيو هئائين، ڀلا گلدانن سان بہ ڪڏهن ڳالهائبو آهي! تون جڏهن گلدان سان ڳالهائيندو آهين، تڏهن چريو لڳندو آهين.

مون گلدان سان ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو. ڪيس شاهہ جو رسالو بہ وٺي نہ ڏنم. پوءِ هڪڙي ڏينهن ڪنهن ديويءَ جي ڪنڊن واري ٽاري گلدان ۾ رکي ڇڏي، ۽ گلدان ڀڄي پيو.

مون ڀڳل گلدان جا ٽڪر ميڙي رکيا. بازار مان ڀڳل شين کي ڳنڍڻ وارو سوليوشن وٺي آيس. گلدان جا ٽڪر پنهنجي اڳيان رکيم. گلدان چيو، تہ هڪ دفعي مون کي دل سان تشبيهہ ڏني هئي- ڏس، مان ٽڪر ٽڪر ٿي ويو آهيان، دل تہ ڪڏهن ٽڪر ٽڪر نہ ٿيندي آهي!

دل ٽڪر ٽڪر ٿيندي آهي، گلدان کي ٻڌايو هوم، پر دل جو ڀڄڻ ڪوبہ ڏسي نہ سگهندو آهي- دل جي ڀڄڻ جو آواز ڪوبہ ٻڌي نہ سگهندو آهي. اهوئي تہ ۾ ۽ دل ۾ فرق آهي: ✦

# عيد

اڄ عيد آهي. مان خوش آهيان، بيحد خوش آهيان. خوش انڪري آهيان، جو جيل کان ٻاهر آهيان. خوش انڪري آهيان، جو ڪنهن پوليس ٿاڻي جي لاڪپ ۾ بند نه آهيان. خوش انڪري آهيان جو پوريءَ طرح جلاوطن نه ٿيو آهيان. اڄ عيد آهي، ۽ مان خوش آهيان!

اڄ مان بيحد خوش آهيان، ڇو جو منهنجي ماءُ جيئري نه آهي. جيڪڏهن جيئري هجي ها، ته سندس لوئي لهڻ جو ڏپ رهيو ها. نه اٿم ٻار، نه اٿم ٻچو، ۽ نه ڪو گهر، نه ڪو گهاٽ، ڇڙو ڇانڊ آهيان. وڏيءَ نعمت جو مالڪ آهيان. ورنه عالمو ڪوسي ۽ مون ۾ ڪو فرق نه هجي ها!

اڄ مان انڪري به خوش آهيان جو منهنجو گذر بسر ڪنهن پريس تي نه آهي. ورنه، پريس کي سيل مهر ڪري ڇڏين ها، منهنجو گذر بسر آهي ڇڪي پنجي تي! مان وڏو ته- پتائي آهيان! سگريٽ جو دونهون نڪ ۽ وات بدران ڪن مان ڪيندو آهيان.

اڄ عيد آهي. مان ڪنهن چونڪ تي وڃي ويهندس، ۽ ڪرتب ڏيکاريندس- باز کي جهرڪي، ۽ جهرڪيءَ کي باز ڪري ڇڏيندس. اڄ مان ٻارن لاءِ لالي پاپ وڪڻندس، ۽ وڏن لاءِ ريوڙيون. جڏهن کان ممتاز مرزا ٽيليويزن تان بوڙينڊي کي روشناس ڪرايو آهي، تڏهن کان ماڻهن بوڙينڊو کائڻ بدران وڄائڻ شروع ڪيو آهي. بوڙينڊي، ۽ پوڙينڊي ۾ جيڪڏهن ڪو فرق آهي، ته ان لاءِ مان ذميوار نه آهيان. مان صورتخطيءَ ۾ جڏو آهيان.

عيد ڏينهن مان پاڻ ننڊ مان نه اٿندو آهيان. هڪڙو پتڪڙو ڪوئو مونکي ننڊ مان اٿاريندو آهي. اڄ عيد آهي. اڄ صبح جو هڪ ڪوئي مونکي ننڊ مان اٿاريو هو. ان ڪوئي جي مونسان ياراڻي آهي، ڇو جو ڪوئو منهنجيءَ فطرت کان ڏاڍو متاثر آهي، ورنه، ڪوئو ڪنهن عام رواجي شخص کي ڪٽ ۾ نه آڻيندو آهي.

اڄ اسر ويل ڪوئي مونکي چيو، ”پٽ اٿي اڄ عيد آهي. وڏو خوش نصيب آهين. جو رماند تي نه آهين. ڪنهن لاڪپ ۾ نه آهين. جيل ۾ نه آهين. خوش قسمت آهين، جو پنهنجي گهر ۾ عيد ڪري رهيو آهين.“

ڪوئي ڪان پڇيم، ”منهنجي لاءِ وڳو آندو اٿئي.“

”ها، تنهنجي لاءِ وڳو آندو اٿم.“ ڪوئي چيو، ”پر، وڳي واري قميص کي فقط اڳو آهي، پيچو نه آهي.“

چيم، ”ڪا وڏي ڳالهه نه آهي. مونکي پٽ ته آهي ئي نه. تنهنڪري مان قميص جو ڳم ٿيل پيچي لاءِ پريشان نه آهيان. مونکي فقط اڳي واريون قميصون ٺهنديون آهن. پيچي واريون نه.“

ڪوئي چيو، ”مون تنهنجي لاءِ هڪ ٽوپي به آندي آهي، پر اُها تنهنجي مٿي کان ڪجهه وڏي آهي.“

”پرواهه ناهي.“ ڪوئي کي چيم، ”گهرگهلي ٽوپي مٿي مان لهي ويندي آهي. مان ان لاءِ تيار آهيان. منهنجي ٽوپي اڪثر لهندي رهي آهي. مان پنهنجي ٽوپي لهرائڻ تي هريل آهيان.“

ڪوئي چيو، ”مون تنهنجي لاءِ هڪ بوٽ به آندو آهي، پر ان بوٽ کي ترو ڪونهي.“

”ڪا وڏي ڳالهه ڪونهي.“ چيم، ”منهنجو پنهنجو ترو نڪري ويو آهي، تنهنڪري مان بوٽ جي تري لاءِ فڪرمند نه آهيان.“

هن مهل مونکي اهوئي ڪجهه پاتل آهي، جيڪو هڪ ڪوئو مونکي ڏيئي ويو آهي- منهنجي قميص کي پيچو ڪونهي. منهنجي بوٽ کي ترو ڪونهي، منهنجي ٽوپي لهيو لهيو پئي وڃي! پر، مان خوش آهيان، ڇو جو اڄ عيد آهي! ✦

# ياد

يونيورسٽي ڇڏڻ کان پوءِ مون ڪجهه عرصو نيشنل ٿيٽرس ۽ پاڪستان ٿيٽرس (ڪراچي) سان ڪم ڪيو هو. هنن لاءِ ڪجهه ڊراما لکيا هيم، ڪجهه ائڊاپٽ ڪيا هيم ۽ ڪجهه ڊائريڪٽ ڪيا هيم.

رميش مهتا جي لکيل هڪ ڊرامي کي "سائبان کے نيچے" جي نالي سان پاڪستان ٿيٽرس لاءِ ائڊاپٽ ڪيو هيم. ان ڊرامي ۾ مرڪزي ڪردار ڪرڻ لاءِ هڪ سنهڙي، سانوري ۽ دلڪش ڇوڪريءَ کي ڪنيو هئاٺون. بيحد ذهين هوندي هئي.

"سائبان کے نيچے" ڊرامي لاءِ ريهرسل آرٽس ڪائونسل بلڊنگ جي هينئين هال ۾ هلنديون هيون. مان اوهان کي ان ڇوڪريءَ جو نالو نه ٻڌائيندس. هيءَ ٻارهن تيرهن سال اڳ جي ڳالهه آهي. اوهان منجهان اتفاق سان جيڪڏهن ڪنهن "سائبان کے نيچے" ڊرامو ٿياسافيڪل هال ۾ ڏٺو هوندو، تنهن کي اها سانوري ذهين ڇوڪري ضرور ياد هوندي. هوءَ هئي ئي اهڙي جنهن کي وساري نه سگهبو آهي. ڊرامي جي پروڊيوسر جي گهر ايندي هئي ته ريهرسل کان پوءِ ڪنڊ ۾ ويهي رهندي هئي ۽ لتا منگيشڪر جو هڪ رڪارڊ "مٹی سے کیلتی ہو بار بار کس لئی" ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويٺي وڄائيندي ۽ ٻڌندي هئي.

هوءَ اسٽيج، ريڊيو ۽ ٽيليويزن جي ڊرامن ۾ ڪم ڪندي فلمن ۾ پهتي. هيروئن ٿي نه سگهي. ڪجهه فلمن ۾ اهم ڪردار ادا ڪري شادي ڪيائين ۽ فلم ۽ فن کي ڇڏي ڏنائين.

آرٽس ڪائونسل ڪراچي جي بلڊنگ ۾ ريهرسل لاءِ هوءِ اول دير سان ايندي هئي. پوءِ هن وقت تي اچڻ شروع ڪيو. اڳتي هلي هن سيني کان اڳ اچڻ شروع ڪيو، ۽ پوءِ هوءَ ڊرامي جي ريهرسل کان ڪلاڪ ۽ ڪڏهن ڪڏهن ٻه ٻه ڪلاڪ اڳ اچڻ لڳي.

آرٽس ڪائونسل جي موجوده ريسٽورنٽ جو اڳوڻو نالو هو "سيبرينا." هوءَ سيبرينا ۾ هڪ نوجوان شخص سان اچي ويهندي هئي. مونکي پڪ آهي تہ اُهو شخص ان ڇوڪريءَ سان محبت نہ ڪندو هو. سندن واقفيت ڊرامي جي ريهرسل دوران ٿي ئي. هو يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندو هو. رانديگر هوندو هو. دوستن ڪيس ڇڪي آڻي ڊرامي ۾ ٽنبي ڇڏيو. هو اٿاڻائيڪو هوندو هو. ڊرامي جيَ ريهرسل لاءِ اڳواٽ هليو ايندو هو. سيبرينا ۾ اچي ويندو هو. ٻئي اول جدا جدا ٽيبلن تي ويهندا هئا. پوءِ ٻنهي گڏ ويهڻ شروع ڪيو. هو پاڻ ۾ اهڙيون ڳالهيون ڪندا هئا، جن ڳالهين ڪي نہ شروعات ٿيندي آهي، ۽ نہ پڇاڙي!

ڊرامو "سائبان کے نيچے" اسٽيج ٿيو. نوجوان کي بهترين پرفارمنس جو انعام مليو. "گرين روم" ۾ ان ڇوڪريءَ کي چيو، "دل نہ لاهہ، ٻئي دفعي توکي انعام ملندو."

گرين روم جي آئيني جي عڪس ۾ نوجوان ڏانهن ڏسندي ڇوڪريءَ وراڻيو هو، "مان انعام لاءِ نہ، بلڪ پيٽ پالڻ لاءِ ڊرامن ۾ ڪم ڪندي آهيان. اهو منهنجو پروفيشن آهي، ۽ تنهنجي لاءِ شوق آهي."

سندس جواب ۾ جيڪو درد هو، غم ۽ ڏک هو، تنهنکي مان وساري نہ سگهيو آهيان. هيري جي ڪڻ ڪنهن لاءِ سينگار، تہ ڪنهن لاءِ زهر قاتل! مون رستي جي پٿرن ۾ تاج محل ڏٺا آهن. ✦

# خاڪو

ڪجهه سمجهه ۾ نه ٿو اچيم ته ڇا لکان، پرائي ڳالهه لکان، پنهنجي ڳالهه لکان، مان ڇا لکان ۽ ڇا نه لکان! اڄ منهنجو ذهن سخت پريشان آهي. تنهنڪري مان پرائي ڳالهه ڪري نه سگهندس. ان قسم جي ذهني ڪيفيت ۾ مان پنهنجي ڳالهه به ڪري نه سگهندس. مان پنهنجي اندر جي ڳالهه ڪري سگهندس. مان پنهنجي اندر جو حال اوري سگهندس.

ڪجهه انسان گوشه نشين هوندا آهن. هنن جي گوشه نشينيءَ ۾ سان جڏهن مداخلت ٿيندي آهي، تڏهن هو اٿاتنيڪا تي پوندا آهن. اٿاتنيڪا ته خير هو هوندا ئي آهن، پر جڏهن سندن گوشه نشينيءَ سان مداخلت ٿيندي آهي، تڏهن هو وڌيڪ اٿاتنيڪا تي پوندا آهن. هو گوشه نشينيءَ ۾ پنهنجي وجود جي آنڌ مانڌ کي لڪائي سگهندا آهن- يا ان آنڌ مانڌ سبب زندگيءَ کي کلهن جو بار محسوس نه ڪندا آهن. پر پوءِ جڏهن زندگيءَ جي وحشتن جا هزارين هجوم ڪين ورائي ويندا آهن، تڏهن ڪين پنهنجي زندگي ڪلهن جو بار محسوس ٿيندي آهي. اهڙن ماڻهن ڄي باري ۾ عام طرح خيال ڪيو ويندو آهي ته هو جيئڻ ته زندگيءَ جو چئلينج قبول ڪري نه سگهندا آهن، تڏهن گوشه نشينيءَ جي زندگي اختيار ڪندا آهن. هنن جي باري ۾ چيو ويندو آهي ته هو گوشه نشينيءَ ۾ زندگيءَ جي ذميدارين کان فرار حاصل ڪندا آهن. ممڪن آهي ته اهو انومان سچ تي مبني هجي. مون کي فقط ايتري خبر آهي ته مان گوشه نشينيءَ جي زندگي گذاري رهيو آهيان.

زندگيءَ ۾ ڏک ڪائنات ڪانپوءِ مون سبق پرايو آهي ته ڪڏهن به حقيقت کان انڪار نه ڪجي. حقيقت کان انڪار اندر جي آنڌ مانڌ کي انتها تائين پهچائي ڇڏيندو آهي. حقيقتن جي اعتراف کان پوءِ اندر جي آنڌ مانڌ ايتري قدر اذيتناڪ نه هوندي آهي. اندر جي آنڌ مانڌ جي اذيتناڪ ڪيفيت کي ناپر ڏيڻ لاءِ مان حقيقتن جو هڪدم اعتراف ڪندو آهيان. مون ۾ هزارين

عيب ۽ اوڻايون آهن. مون هميشه پنهنجن عيبن ۽ اوڻائين جو اعتراف ڪيو آهي. اهڙي نموني مون اندر ڇي آنڌ مانڌ ۾ ڪجهہ قدر ٺاپر محسوس ڪئي آهي. مان جو گوشہ نشينيءَ جي زندگي گذاري رهيو آهيان، تنهن جو سڀ کان وڏو سبب اهو آهي جو مان زندگيءَ جو چئلينج قبول نہ ڪندو آهيان– مان زندگيءَ جو ذميداريون کڻي نہ سگهندو آهيان.

موجوده طرز زندگيءَ جو خاڪو مون کي قبول نہ آهي. اهو خاڪو منهنجي طبيعت جي خلاف آهي. هرڪو انسان پنهنجي ذهن ۾ پنهنجي زندگيءَ جي خاڪي متعلق سوچيندو آهي– ان خاڪي ۾ رنگ ڀريندو آهي. مون پنهنجي ذهن ۾ زندگيءَ جي جنهن خاڪي متعلق سوچيو آهي، سو خاڪو منهنجي موجوده زندگيءَ کان بنهہ مختلف آهي. ان زندگيءَ جي خاڪي ۾ مان نوڪريءَ جي ٺوڪري نہ کڻندو آهيان– فائيل نہ پڙهندو آهيان– اجائي لک پڙهہ نہ ڪندو آهيان. ان زندگيءَ ۾ مان ڪڏهن هجومن ۾ ۽ ڪڏهن هيڪلائين ۾ هوندو آهيان. ڪنهن هڪ ڪمري واري جاءِ ۾ رهندو آهي– ان سمورو وقت لکندو پڙهندو آهيان. بک لڳندي اٿم تہ ڀانهہ جو ڪوپ پي ڇڏيندو آهيان– هڪ ويلي کي ترجيح ڏيندو آهيان، پيٽ ڀرائي مان پسند نہ ڪندو آهيان. ان هڪ ڪمري ۾ مان ظاهري طرح هيڪلو هوندو آهيان، پر اصل ۾ هيڪلو نہ هوندو آهيان. اتي منهنجي تصور جي دنيا آباد هوندي آهي– اتي اُهي مون وٽ هوندا آهن، جيڪي اڄ مون وٽ نہ آهن. تصور جي دنيا آباد ڪري مان پنهنجي بي معنيٰ زندگيءَ کي ڪانہ ڪا معنيٰ ڏيڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان.

مان سک جو متلاشي نہ آهيان.

هڪ دفعي سنڌوءَ جي ڪنهن سوال جي جواب ۾ مون چيو هو، ”مان ڏکن جي ڏيهہ جو واسي آهيان– سک ملندا تہ مري ويندس.“

موجوده طرز زندگي منهنجي طبيعت جي، رجحان جي، ذهني لاڙن جي بنهہ ابتڙ آهي– تنهنڪري مون کي قبول نہ آهي. ✦

# سپردگي

مان ٿهندڙ عمارت جي ٽين ماڙ تي ويٺو آهيان. ٽين ماڙ تي مونکان سواءِ ٻيو ڪوبہ ڪونهي. مزور ٻي ماڙ تي ڪم ڪري رهيا آهن. مان ٽين ماڙ تي ويٺو آهيان. ٽين ماڙ جي ڇت نہ پئي آهي. ٽيهنڪري منهنجي مٿان آسمان آهي، مان آسمان ڏانهن ڏسي سگهان ٿو. آسمان آواره انسانن وانگر ڇڙوڇڙ ڪڪرن پٺيان داغدار آهي. اوچتو، سج جڏهن ڪنهن ڪڪر پٺيان لڪو پائي وڃي ٿو، تڏهن سڄو منهنجين اکين ۾ اچي لڳي ٿو، ۽ مان پنهنجو منهن هڪدم هيٺ ڪري ڇڏيان ٿو.

هيٺ، پٿر ۽ بجريءَ جا ڍير آهن. لوهہ جون شيخون پيون آهن. پاسي کان گندي پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ موريون ٺاهڻ لاءِ اونهيون کاهيون کوٽيون اٿائون. ڪني پاڻيءَ لاءِ وڏي ٽانڪي ٺاهڻي اٿن، ان لاءِ وڏي کڏ کوٽي اٿائون. ڪجهہ مزدور ان کڏ ۾ ڪم ڪري رهيا اهن، ۽ کڏ کي وڌيڪ اونهو ڪري رهيا اهن.

هن وقت، جڏهن مان ٽين ماڙ تان اونهي کڏ ڏانهن نهاري رهيو آهيان، تڏهن ٽين ماڙ جي ان حصي تي ويٺو آهيان، جنهن حصي کان پوءِ ڪجهہ ڪونهي- نہ ڪا ڇت آهي، نہ ديوار آهي، نہ ڀنوڙو آهي. مون کي فقط هڪ وک کڻڻي آهي!

هڪ وک! ڪيڏانهن! مونکي ڪا خبر ڪونهي. مون کي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي. مان اوچائين تان هيٺ ڏسي نہ سگهندو آهيان. ڀنواٽي ايندي اٿم. گوڏن مان ست نڪري ويندو اٿم. هن وقت، مان ٽين ماڙ تان هيٺ نهاري رهيو آهيان. منهنجي آڏو ڪابہ پٽ ڪونهي، ڪوبہ ڀنوڙو ڪونهي. ڪوبہ سهارو ڪونهي. مان هيٺ ڏسي رهيو آهيان، مان اوچائين کان خوفزده آهيان.

اسين جڏهن موت جي خوف تي فتح حاصل ڪري وٺندا آهيون، تڏهن

ٻين ڪيترن ئي خوفن کان پيڇو ڇڏائي وٺندا آهيون. پوءِ، اسين ڪنهن بہ وهم، سنسي، ۽ ڏند ڪٿا کان نہ ڊڄندا آهيون. اسين تڏهن روشنيءَ ۽ موت سان اک ملائي سگهندا آهيون. البرڪاميو پنهنجي ڪنهن ڪتاب ۾ شجاعت ۽ دليريءَ جو ذڪر ڪندي چيو آهي تہ، 'دراصل بهادري ان ۾ آهي، تہ انسان روشني ۽ موت سان اک ملائي سگهي.'

مون گهڻو اڳ وليم سرويان جو هڪ افسانو پڙهيو هو. عنوان هوس، Daring Young Man On The Flying Trapeze" (سرڪس واري) پينگهہ تي هڪ همٿ ڀريو نوجوان." سرڪس ۾ هڪ پينگهہ تان ٻئي پينگهہ ڏانهن ٽپو ڏيندي، نوجوان ٻئي پينگهہ تائين پهچي نہ ٿو سگهي. ڇڏائجي وڃي ٿو. هيٺان فرش اٿس، سخت ۽ کهرو. پينگهہ مان ڇڏائجي فرش ڏانهن ايندي، سمورو ماضي، وڃايل وهي، اجايل گهڙيون، ۽ ويل ويل نوجوان جي تصور ۾ اڀري اچن ٿيون. اُن اک ڇنڀ واري لمحي ۾ هو پنهنجو سمورو ماضي ڏسي وٺي ٿو. اُهو ماضي جيڪو اسين وساري نہ سگهندا آهيون- اهو ماضي، جيڪو سدائين اسان جو پيڇو ڪندو آهي- اسان جي حال ۾ ڪاهي پوندو آهي، ۽ اسان سان، اسان جي آئيندي ۾ ساٿ هوندو آهي.

وليم سيرويان جو افسانو پڙهي، مون کي ائين محسوس ٿيو هو، ڄڻ مان ڪنهن تمام مٿاهين عمارت جي ڇت تي پهچي ويو هوس ۽ هيٺ نهاري پنواٺيون ڪائي رهيو هوس. مونکي، الاءِ ڇو، تڏهن محسوس ٿيو هو، تہ اُڏامندڙ پينگهہ تان جيڪو نوجوان ڇڏائجي ويو هو، ۽ اک ڇنڀ ۾ موت ڏانهن لهي رهيو هو، سو نوجوان مان هوس. وليم سيرويان منهنجي باري ۾ افسانو لکيو هو!

هينئر، نهندڙ عمارت جي ٽين ماڙ تان، جڏهن مان هيٺ نهاري رهيو آهيان، تڏهن مونکي وليم سيرويان جو افسانو ياد اچي رهيو آهي. مونکي محسوس ٿي رهيو آهي، مان ڄڻ تہ پينگهہ تان ڇڏائجي ويو آهيان- منهنجو ماضي، اهو ماضي جنهن کي مان وساري نہ سگهيو آهيان، منهنجي اکين آڏو تري آيو آهي- ها، مان پنهنجي Commitment سپردگيءَ سان ٻڌل آهيان ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين ٻڌل رهندس. ✦

# باطن

ڪجھہ انسان خوشقسمت هوندا آهن. هنن جو ظاهر سلامت هوندو آهي. هنن جو باطن بہ سلامت هوندو آهي. اسان جو ظاهر وقت جي سفر سان گڏ پچندو پرندو آهي. ان عمل کي روڪي نہ سگهبو آهي. اهو عمل اٽل آهي. ان عمل جو اسان سيني کي تجربو ڪرڻو آهي– ان عمل مان لنگهڻو آهي.

اسان جو باطن نظر کان اوجهل رهندو آهي. اسان جو باطن اسان کي نظر نہ ايندو آهي. اسان جو باطن پڻ وقت جي وهنوار سان پچندو، پرندو ۽ ٽٽندو رهندو آهي. اهي شخص، جيڪي بيحد حساس هوندا آهن، تن جو باطن وقت کان اڳ پڃي پرزا پرزا ٿي ويندو آهي. اهڙن حساس انسانن جو باطن ٽڪرن ۾ ورهائجي ويندو آهي. سندس باطن جي هڪ هڪ ٽڪر تي زخمن جا نشان هوندا آهن. سندس باطن جا ڪجھہ زخم پرجي ويندا آهن، ۽ ڪجھہ زخم ناسور وانگر سندس وجود جو لازمي حصو ٿي پوندا آهن.

مان هڪ اهڙي شخص کي سڃاڻان جنهن جو باطن وقت جي قدرتي عمل کان اڳ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو آهي. هو منهنجو دوست آهي. هو منهنجو ساٿي آهي. مان هن جي باري ۾ ايتري يقين ۽ تصديق سان ڳالهائي سگهان ٿو جيترو پنهنجي باري ۾..هن جو باطن وقت جي قدرتي عمل کان گهڻو گهڻو اڳ پڃي پيو آهي. هو پنهنجي باطن جا پڃل ٽڪرا کڻي زندگيءَ جي صحرا جو سفر ڪري رهيو آهي. باطن جي پڃڻ جو درد هن جي شخصيت مان ظاهر ٿيندو آهي.

هڪ دفعي ڪنهن هن کان ورجائي ورجائي پڇيو هو، ”تون پهرن جا پهر خاموش ڇو رهندو آهين– آسمان جي وسعتن ۾ ڇا ڳوليندو آهين– تون کلي ڇو نہ سگهندو آهين، تون دوستن جي محفل ۾ ٽانئيڪو ٿي ڇو نہ سگهندو آهين. ايئن ڇو آهي جو تون آهستي آهستي بنواس جو رهواسي نظر اچڻ لڳو آهين؟“

ايڏي وڏي جرح جي جواب ۾ هن وٽ ڪوبہ جواب نہ هو. هو خاموشيءَ سان سوال ڪندڙ ڏانهن ڏسندو رهيو هو.

پوءِ ٻئي ڪنهن هن کان پڇيو هو، ”تون ڇا سوچيندو رهندو آهين؟ ڪنهن جي باري ۾ سوچيندو آهين؟ ڇو سوچيندو آهين؟“

تڏهن بہ هو ڪو جواب ڏيئي نہ سگهيو هو. هن جواب ڏيڻ مناسب نہ سمجهيو هو. جن جا باطن وقت جي عمل کان اڳ ڇهن ٽڪر ٽڪر ٿي ويندا آهن، سي ڪوبہ جواب ڏيئي نہ سگهندا آهن.

هن هڪڙي ڏينهن مونکي ٻڌايو هو تہ باطن جي ڇهڻ کان پوءِ بہ پگهل باطن جا ٽڪر ظاهري وجود وانگر پاڻ ۾ ڳنڍيل رهندا آهن. باطن جي ڇهڻ جو احساس سان واسطو آهي. اسان کي محسوس ٿيندو آهي تہ حالتن اسان جي باطن کي ڇهي وڌو آهي.

هو مون کان ڪابہ ڳالهہ نہ لڪائيندو آهي. هو منهنجن سوالن جا جواب ڏيندو آهي. هڪڙي ڏينهن مون کانئس پڇيو هو، ”تنهنجي اختيار ۾ هجي تہ تون باطن جي پگهل ٽڪرن جو جيڪر ڪهڙو استعمال ڪرين؟“

هن چيو، ”مان پنهنجي باطن جا پگهل حصا ورهائي ڇڏيندس ۽ پوءِ اطمينان سان مري ويندس. مان پنهنجي باطن جو هڪ حصو پنهنجي پيڻ کي ڏيندس، جيڪا هيڪلي آهي. مان پنهنجي باطن جو ٻيو حصو پنهنجي ڀائٽيءَ کي ڏيندس، جنهن کي مون ڌيءَ وانگر پاليو ۽ چاهيو آهي. پنهنجي باطن جو ٽيون حصو مان پنهنجي ڀاءُ کي ڏيندس. باطن جو چوٿون حصو پنهنجي گهر واريءَ کي ڏيندس. پنهنجي باطن جو پنجون حصو سماجي ۽ معاشي طرح چيڀاٽيل پنهنجن هم وطنن ۽ دنيا جي رهواسين ۾ ورهائي ڇڏيندس ۽ پنهنجي پگهل باطن جو ڇهون حصو مان ان کي ڏيندس جنهن کي مون خوابن ۾ چاهيو آهي، ۽ تعبيرن ۾ وڃايو آهي.“

مان هن جي درد کي سمجهي سگهندو آهيان، تنهنڪري مان کانئس اهو نہ پڇندو آهيان تہ تون خاموش ڇو رهندو آهين، ۽ آسمان جي وسعتن ۾ ڇا ڳوليندو آهين! ✦

# نڪ

مان ڪجهه ڏينهن کان ساهه کڻڻ ۾ تڪليف محسوس ڪري رهيو آهيان. دوستن دلداري ڏيندي چيو، ”پرواهه نه ڪر. تون عنقريب گذاري ويندين، دنيا مان ڪوچ ڪندين، ۽ تنهنجي تڪليف ختم ٿي ويندي.“

ٻه – چار دوست ڊوڙندا آيا. چيائون، ”اسان ٻڌو آهي، ته تنهنجي ڪهاڻي ختم ٿيڻ تي آهي، ۽ تون لاڏاڻو ڪرڻ جي تيارين ۾ آهين، تنهنڪري اسين هڪ عرض ڪڻي تو وٽ آيا آهيون.“

پڇيومان، ”ڪهڙو عرض؟“

چيائون، ”تون مرڻ کان اڳ پنهنجي ملڪيت اسان دوستن ۾ ورهائي ڇڏ، يا ڪا وصيت لکي ڇڏ ته تنهنجي مرڻ کان پوءِ اسين تنهنجي ملڪيت جا وارث ٿيون.“

مون دوستن ڏانهن ڏٺو، چيم، ”مان مرڻ کان اڳ پنهنجي ملڪيت ورهائي ڇڏيندس:“

هو خوش ٿيا. پڇيائون، ”تو وٽ ڇا ڇا آهي؟“

چيم، ”ڪجهه ڪتاب آهن.“

مايوس ٿيا. چيائون، ”خير، تنهنجا ڪتاب اسين رديءَ ۾ وڪڻي ڇڏينداسين.“

چيم، ”مون وٽ ڪجهه غم آهن.“

چيائون، ”اسان کي نه گهرجن. قبر ۾ کڻي وڃجانءِ.“

چيم، ”مون وٽ ڪجهه يادگيريون به آهن.“

جواب ڏنائون، ”تنهنجين يادگيرين سان اسان کي ڪابه دلچسپي ڪونهي.“

چيم، ”مون وٽ هڪ اڌوري محبت به آهي، جنهن کي پورو ڪرڻ لاءِ مان محبت جي نالي ۾ پاڻ کي دوکا ڏيندو رهيو آهيان.“

”اسان کي خبر آهي. ان باري ۾ تون ڏاڍو بدنام آهين.“ دوستن چيو، ”اسان کي تنهنجيون بدناميون نه گهرجن.“

چيم، ”ان جو مطلب آهي ته توهين منهنجي ملڪيت ۾ دلچسپي نه ٿا رکو.“

هو هليا ويا.

ان کان پوءِ مان پنهنجي تنڊپڻ جي سنگتيءَ سان ملڻ ويس. انگلينڊ مان نڪ ۽ ڪن ۽ نڙيءَ جو وڏو ڊاڪٽر ٿي موٽيو آهي. نالو اٿس امداد. منهنجي هميشه امداد ڪندو آهي. هن سان پنهنجي تڪليف جو ذڪر ڪيم. چيائين، ”تنهنجو نڪ ڏسندس.“

چيم، ”مان نڪ جو پڪو آهيان. منهنجو نڪ ڏسي ڇا ڪندين!“

نه مڙيو. چيائين، ”مونکي تنهنجي نڪ جي پڪائيءَ تي شڪ آهي. تنهنجي نڪ جو معائنو ڪندس.“

مان نڪ ڪٽي هن اڳو ويهي رهيس. وڏيءَ جاکوڙ کان پوءِ کيس منهنجو نڪ نظر آيو، جيڪو مُنهن ۾ لڪل هو. هن منهنجي نڪ جو معائنو ڪيو. چيائين، ”سموري گڙبڙ تنهنجي نڪ ۾ آهي. تنهنجي نڪ ۾ رولو آهي.“

چيومانس، ”ته پوءِ منهنجي اهڙي ناڪاري نڪ کي ڪپي ڇو نه ٿو ڇڏين!“

هن جواب نه ڏنو. ✦

# هوءَ

مان هڪ اهڙي ڇوڪريءَ کي سڃاڻان، جنهن جي دل مون لاءِ اوپري نہ هئي، ۽ جنهن جو روح مون لاءِ اجنبي نہ هو. مون سندس سون جهڙي دل ۾ درد ڏٺو هو؛ عذابن جو احساس ڏٺو هو؛ پنهنجن هٿان مليل تڪليفن ۽ غمن جو انبار ڏٺو هو. ايثار ۽ قربانيءَ جي عيوض کيس جيڪي زخم مليا هئا، تن زخمن سندس روح کي ناسور ڏنا هئا. هوءَ بي انتها بلند ۽ عظيم هئي. مون پنهنجي وياڪل ۽ اٿاهٺيڪيءَ زندگيءَ ۾ هن کان وڌيڪ شانائتي ۽ عظمت کان بہ اوچي ڇوڪري نہ ڏٺي آهي. سندس پيرن جي پٺيءَ مان مون پنهنجي پيشانيءَ تي محراب ٺاهيو هو. اهو محراب اڄ تائين منهنجي نرڙ تي موجود آهي.

هوءَ آسماني ڪتابن وانگر مقدس ۽ خزان جي شام وانگر اُداس اُدس هوندي هئي. کيس ڏسڻ، ۽ ملڻ کان پوءِ مونکي شاهہ لطيف جي سر سسئي جا ڏونگر، ڏک ۽ ڏير سمجهہ ۾ اچي ويا آهن. هوءَ مريم لاءِ بيگناهيءَ جو ثبوت هئي، ۽ پنهنجي مٿي تي الزامن جو تاج پائي هلندي هئي. هڪ دفعي مون کيس چيو هو، ”تون ڪنڊن جو تاج مٿن کي ڏيئي ڇڏ. مان گنهگار آهيان. مقتل منهنجو مقدر آهي. تون بيگناهہ آهين. اسان جي ڌرتي تنهنجي خون ناحق جو بوجهہ برداشت ڪري نہ سگهندي. مان توکي مرڻ نہ ڏيندس. تنهنجي بدران مان مري ويندس.“

سندس اُداس چپن تي مايوس مرڪ تري آئي هئي، جڻ چوندي هجي، ڏسين نہ ٿو، تہ مان روح جي گهرائين تائين گهائل ٿي وئي آهيان! مان پنهنجن جي ماريل آهيان!

هوءَ اها عظيم ڇوڪري هئي، جنهن ون يونٽ ٽوڙائڻ وارين تحريڪن ۾ سيني سان ٻانهن ٻيلي ٿي ڪم ڪيو هو. نوجوان شاگرد جڏهن گرفتار ٿيندا هئا، تڏهن هوءَ ماني پچائي لاڪپن ۽ جيل ڏانهن ڏياري موڪليندي

هئي. شاگرد جڏهن پوليس جي تشدد سبب زخمي ٿي موٽندا هئا، تڏهن هوءَ ٿي سندن ٽهل ٽڪور، مرهم پٽي ڪندي هئي. سموري تحريڪ ۾ هوءَ عورتن جي نمائندگيءَ جي علامت هئي.

هوءَ جڏهن ون يونٽ ٽوڙائڻ وارين تحريڪن ۾ ڪم ڪندي هئي، تڏهن مون نه ڏٺي هئي. تڏهن مون سندس نالو ٻڌو هو. مان فخر محسوس ڪندو هوس. سوچيندو هوس، ته جنهن ڌرتيءَ تي اهڙيون سرويچ ڌيئرون جنم وٺي سگهن ٿيون، سا ڌرتي ڏاڍن، ظالمن ۽ جابرن جي ستم سان فنا ٿي نه سگهندي. سا ڌرتي سدا حيات رهندي.

۽ پوءِ هڪڙي ڏينهن، اوچتو ئي اوچتو، هوءَ ۽ مان هڪ ٻئي جي سامهون اچي بيٺاسين. هوءَ ٿڪل هئي، ٿتل هئي. سندس هڪ هڪ ياد زخمن سان چور هئي. مون کان پڇيائين، ”تون به مونکي سنگسار ڪندين؟“

مان سندس قدمن ۾ ويهي رهيس. سندس پيرن جي پٺيءَ جو محراب مٿي تي ناهيم. چيم، ”تون سنڌ آهين. مان سنڌ کي ڪيئن سنگسار ڪندس!“

اُڏمن اُٿل ڪاڏس. پريل پريل آواز ۾ چيائين، ”هنن مون کي سنگسار ڪيو آهي.“

چيم، ”اهي سنڌ سان سچا ناهن.“

هوءَ عظيم هئي، عظيم آهي. هوءَ بلند هئي، بلند آهي. هوءَ آسماني صحيفن وانگر مقدس هئي، مقدس آهي.

هوءَ ۽ مان اهڙي نموني ۽ اهڙيءَ طرح مليا هئاسين، هڪ ٻئي جي سامهون اچي بيٺا هئاسين، جو هوءَ پنهنجن هٿان مليل زخمن کان چور چور هئي؛ ۽ مان پڳل هوس، پريل هوس، منتشر هوس. هوءَ مونکي ان وقت ملي هئي، جڏهن مان لغزشن جي پاتال ۾ ويهي ويو هوس، غفلتون هڪ خوبصورت بلا جو روپ ڌاري مونکي ڳڙڪائي رهيون هيون. هن مونکي فريبن جي ڪُن مان ڪڍي ورتو. هن مونکي خوبصورت بلا جي چنبن مان ڇڏائي ورتو. چيو هئائين، ”جيڪڏهن ان خوشفهميءَ ۾ آهين، ته گهٽو لڪي ڇڏيو اٿئي، ته پوءِ وڏيءَ غلطفهميءَ ۾ آهين. پنهنجو انت چو ٿو آڻين! توکي ته ڌرتيءَ جو اجا سمورو قرض چڪائڻو آهي! توکي ته اجا گهٽو ڪجهه لکڻو آهي!“

مونکي ڌرتيءَ جي قرض چڪائڻو آهي! مون حيرت ۽ اچرج مان ڏانهنس ڏٺو هو. هوءَ ايڏي بلند هئي، جو آسمانن جي بلندي هن جي موجودگيءَ ۾ مونکي پست محسوس ٿيندي آهي. اڄ جڏهن هوءَ ڪالهہ لڪي رهيوَ آهيان، آسمانن جي بلندي مونکي پست محسوس ٿي رهي آهي.

مان اعتراف ڪريان ٿو، هوءَ مونکي اڪ ڇنپ جيتري مختصر ساعت لاءِ ملي هئي، ۽ مونکي فرض ۽ جوابدارين سان نباهہ جو درس ڏيئي ويئي. هن مونکي ڌرتيءَ جي قرض جو احساس ڏياريو. ان وقت، جڏهن مان اوندهہ ڪي روشني سمجهي پنهنجي فرض کان غافل ٿي رهيو هوس، هن مونکي دل جي روشني ڏني. مون پاڻ کي ڌونڌاڙيو. هوش آيو. پاڻ کي بيابانن ۾ بيٺل ڏٺم. هوءَ مونکي وسندين ۾ موٽائي آئي، جتي درد ۽ غم ۾ ٻڏل افسانا آهن، ڪهاڻيون آهن.

۽ پوءِ هڪڙي ڏينهن هن مونکان موڪلايو. هلي ويئي. مون کي دعائون ڏيندي ويئي. اهو محراب، جيڪو سندس پيرن جي پٽيءَ مان پنهنجيءَ پيشانيءَ تي ٺاهيو اٿم، مون وٽ مستحڪم آهي. هوءَ جڏهن هلي ويئي، تڏهن مون ٻئي هٿ ڌرتيءَ تي رکي قسم ڪاڌو، "مان تنهنجو قرض چڪائيندس، جيستائين مون لاءِ ذات جا در ڪليل آهن، مان تنهنجي خاطر ڌرتي، ۽ هن جي خاطر لڪندو رهندس- جيڪا مون کان موڪلائي ويئي آهي- مون غافل کي هميشه لاءِ ڌرتيءَ جي رشتي سان جوڙي ويئي آهي." ✦

# آس

اڄ (16 سيپٽمبر 1977ع) عيدالفطر جو ڏينهن آهي. هن وقت شام جا ڇهہ ٿيا آهن. مان مارگلہ رستي جي ٻئي پاسي مارگلہ ٽڪرين ڏانهن ڏسي رهيو آهيان. سج ٽڪرين پٺيان لڪي پيو آهي. شام جا پاڇا اسلام آباد کي خاموشيءَ جي چادر ۾ ويڙهي رهيا آهن. مارگلہ ٽڪرين جي چوٽين وٽ ٺاهيل تفريح گاهہ دامن ڪوهہ ويران آهي. اڄ ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهن کان سواءِ اُتي ڪوبہ ڪونهي.

مون کي چڱي طرح ياد ڪونهي. اها ورهين جي ڳالهہ آهي. ڪجهہ ٿيو هو، جو دل جو آباد شهر موهن جو دڙو ٿي پيو هو. اڻ دفعي تمنائن جو سج مايوسين جي اوڙاهہ ۾ اهڙو لٿو جو وري نہ اُڀريو. تعبيرن جو تعاقب ڪندي خواب ٿڪجي پيا، ٽٽي پيا– منتشر ٿي ويا. حالتن کان بنهہ بر هئڻ جي باوجود، ڪڏهن ڪڏهن حالتن سان ٺاهہ ڪرڻو پوندو آهي. زندگيءَ جي سفر جي دز جو مٽي تي محراب ٺاهڻو پوندو آهي. اها قيمت زندهہ رهڻ جي عيوض ادا ڪرڻي پوندي آهي. ڪنهن کان جڏهن پڇيو ويو هو تہ انسان ۽ جانور ۾ ڪهڙو بنيادي فرق آهي! تڏهن هن وراڻيو هو، تہ انسان ڪلي سگهندو آهي– ۽ جانور ڪلي نہ سگهندو آهي.

اسين جانور هئڻ جي باوجود جيئڻ تہ جانور نہ آهيون، تنهن ڪري هر حال ۾، ۽ هر قيمت تي ڪلڻو پوندو آهي. اسين سياحن کي دعوت موڪلي موهن جي دڙي کي ڪجهہ دير لاءِ آباد ڪندا آهيون. تاريخ ۾ فقط هڪ دفعو عيسيٰ پيدا ٿيندو آهي. ويهين صديءَ جا عيسيٰ صندل جي ڪاٺ جو صليب ڪڻندا آهن، ۽ مٽي تي اسٽين ليس اسٽيل جو تاج پائيندا آهن. وقت جيڪڏهن گرامہ فون رڪارڊ هجي ها، تہ اسين ساڳي مصرا ٻڌي ٻڌي بيزار ٿي پئون ها، ۽ رڪارڊ کي پيچي پورا ڪري ڇڏيون ها. ڪجهہ ڏينهن اڳ (15 سيپٽمبر) هلال ۾ مون استاد بخاريءَ جو قطعو پڙهيو هو. مون کي بيحد وڻيو هو.

هن چيو: ڪپڙو نہ هو ڪاڌو نہ هو،
تو چيو: هر چيز هئي، پيسو نہ هو،
مون چيو: اوڏر تي ونجي ها ڪٿي،
پر خوشي بازار جو سودو نہ هو.

اڄ صبح جو ماسٽر چندر جي گانن جي ٽيپ ويٺي ٻڌم. ماسٽر چندر سنڌي موسيقيءَ جو لازوال ۽ لاثاني فنڪار آهي- عظيم آرٽسٽ آهي. گهڻو ڪري پرسرام ضيا جو ڪلام آلاپيندو هو. پاڻ بہ شاعري ڪندو هو، ۽ پنهنجا غزل جوڙي ڳائيندو هو. سوين دفعا اڳ ٻڌل سندس هڪ غزل ٻيهر ٻڌي مان اٻاڻڪو ٿي پيس، ذهن تصور جي رڻ جو راهي ٿيو. ماسٽر چندر جي ڪلام جي هڪ سٽ شعور جي مقبرن ۾ پڙاڏا ڪندي رهي:

”دل جي آ آس دل ۾، شل آس ٿيندي پوري!“

ڪهڙي آس! چاجي آس! ڪابہ نہ! ڪابہ نہ! اسين خوابن جا مسافر تعبير لاءِ تمنا نہ ڪندا آهيون. اسين اهي مست الست آهيون جيڪي تعبيرن کي خواب ڏيئي ڇڏيندا آهن. اها آس ئي ڪهڙي، جيڪا پوري ٿئي- اها منزل ئي ڪهڙي جيڪا ملي پوي- اُها راهہ ئي ڪهڙي جيڪا ڪٿي پوي! ماسٽر چندر ڪهڙي آس جو ذڪر ڪيو آهي! هن ڇاجي آس جي ڳالهہ ڪئي آهي! ساڳئي ڪلام ۾ ماسٽر چندر چيو آهي:

”هڪ ڏينهن مون کي توسان ملڻو تہ يار آهي.“

ڪنهن سان ملڻو آهي! ڪڏهن ملڻو آهي! ڪٿي ملڻو آهي! ڪنهن کي ڪنهن سان ملڻو آهي!

مون هڪ دفعي سنڌوءَ کي چيو هو: ”تنهنجي منهنجي محبت لازوال ان ڪري آهي جو اسان کي ڪنهن بہ جنم ۾ ملڻو نہ آهي- اسان کي شاهہ لطيف جي هڪ سٽ جو سونهون ٿيڻو آهي:

”ڳوليان ڳوليان مَ لهان شال مَ ملان هوت.“ ✦

# اشرف المخلوقات

انسان جي اشرف المخلوقات هئڻ واري دعويٰ مان منهنجو اعتبار ڪڇي ويندو آهي، جڏهن ڪنهن ابهم، معصوم، منڙي ٻار جو ساهه نيپوڙيو ويندو آهي. مان اندران ڀڃي ڀُري پوندو آهيان. ڏينهن جا ڏينهن، ۽ راتين جون راتيون ويڳاڻو ٿي رلندو وتندو آهيان. دل جو شهر ڊهي ويندو آهي. مان ڪنڊرن مان سچائيءَ جا آثار ڳوليندو رهندو آهيان.

دل جي دنيا ايئن ئي ٿيندي آهي، جو ڪن ۾ ٺهندي ۽ ڪن ۾ ڊهندي آهي. ڪنهن مون کان پڇيو هو، ته تنهنجين تحريرن ۾ غير شعوري طرح ”دل جي دنيا“ جو ذڪر ايندو آهي، ايئن ڇو آهي؟ تڏهن مون ڪيس جواب نه ڏنو هو. مان سمجهان ٿو، ان وقت ڪو مناسب جواب مونکي سُجهي به نه آيو هو. اُهو سوال منهنجي ذهن مان خارج نه ٿيو آهي. اُهو سوال اڄ به مونکي ياد آهي. اڄ جڏهن ”دل جي دنيا“ جو ذڪر ڪيو اٿم، تڏهن اُن پراڻي سوال جو پڙلاءُ به ڪن پيو اٿم! سوچيان ٿو، جواب ڏيئي ڇڏيان.

مان بنيادي طرح رومان جو ليکڪ آهيان. هتي، لفظ رومان مان مراد فقط عشق نه آهي. رومان مان مهنجي مراد Romance آهي. لفظ رومانس جي معنيٰ جو اندازو اسٽين لي ٿين پول جي جملي مان لڳائي سگهجي ٿو. جنهن محمد بن قاسم طرفان سنڌ جي فتح کي تاريخ جو رومان سڏيو آهي. مان مبالغه آرائي ۽ وڌاءَ جو ليکڪ آهيان. مبالغه آرائي ۽ وڌاءَ جا ليکڪ بنيادي طرح رومانس جا ليکڪ ٿيندا آهن، ۽ رومانس جا ليکڪ دل هٿان مجبور هوندا آهن. اهوئي سبب آهي، جو مان غير شعوري طرح ”دل جي دنيا“ جو ذڪر ڪري ويهندو آهيان.

لياقت آباد ۾ اڍائي سالن جي ٻارڙي جي سسي ڌڙ کان ڌار ٿي ويئي. اخبارن ۾ تصويرن سميت خبر آئي. منهنجي دل جي دنيا ويران ٿي وئي. اعتبار جون ڪنگريون ڪِري پيون. نه، انسان اشرف المخلوقات نه آهي-

هرگز هرگز نه آهي. تاريخ جي ڪنهن به دور ۾، ڌرتيءَ جي ڪنهن به حصي تي، جتي، ڪنهن ابهم جو رت وهيو آهي. ان ڌرتيءَ ڪڏهن به سک جو سپنو نه ڏٺو آهي. اسان جي ڌرتي سک جو سپنو نه ڏسندي. ابهم جي روح اسان جي مٽيءَ مٿان بيٺل آسمان تي نظر نه ايندڙ تحرير ۾ لفظ انتقام لکي ڇڏيو آهي. مون اڄ ڏٺي تحرير پڙهي ورتي آهي. مان شاعر هجان ها، ته جيڪر ابهم جي موت تي نوحو لکان ها، مرثيو لکان ها! مان شاعر نه آهيان. مونکي اڏ پيغمبري نه مليل آهي. جنهن احساس ڏنو آهي، تنهن احساس جي اظهار جو رستو نه ڏنو آهي.

مان پنهنجي لاءِ دعا نه گهرندو آهيان. اهو منهنجو ذاتي مسئلو آهي، اهو ڪنهن بحث جو موضوع نه آهي. جنهن ڏينهن مون ماءُ ۽ سندس ڇئن ٻارن جي شهادت جو احوال پڙهيو، تنهن ڏينهن مون آسمان ڏانهن ڏٺو، ۽ عرض ڪيو، ته مولا مون کان احساس موٽائي نه وٺجانءِ– مان احساس جي عيوض وجود ۾ اعتبارن ۽ اعتقادن جا ڪنڊر قبول ڪريان ٿو– مونکي درد ڏي، مان توکان دوا نه گهرندس.

ڪجهه ڏينهن کانپوءِ، وجود جي ڪنڊرن ۾ گهمندي منهنجا پير جڏهن ڇلجي شل ٿي پوندا، تڏهن مان ڪنهن قتل مقبري جي ڊٺل شهر پناهه کي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهندس، ۽ امام غزاليءَ کي پڙهندس.

امام غزاليءَ لکيو آهي، ته 'انسان ۾ جتي فرشتن جهڙيون خصلتون آهن، اُتي منجهس سوئر واريون بڇڙايون به آهن. منهنجو بحث امام غزاليءَ سان نه آهي. منهنجو بحث پاڻ سان آهي.' اُهي انسان ڪي آگرين تي ڳڻڻ جيترا وڃي بچيا آهن، جن جي ڪري سوئرن پاڻ کي اشرف المخلوقات سڏائڻ جو شرف حاصل ڪيو آهي. ✦

# رهبر

رهبر مليو، تہ دل جي ماتمڪدي ۾ مليو- ورهين جي انتظار کان پوءِ، زندگيءَ جي شام ۾ مليو. مون ڪيس سڃاتو. هو بيهي رهيو.

"مان خليل جبران نہ آهيان." مان هن جي سامهون وڃي بيٺس. چيم،

"مان تنهنجي توکان اُهي سوال نہ پڇندس، جيڪي سوال جبران پنهنجي پيغمبر کان پڇيا هئا."

رهبر ڪنڌ کڻي مون ڏانهن ڏٺو.

چيم، "مان توکان وحدت الوجود جي سمجهاڻي نہ وٺندس."

رهبر مون ڏانهن ڏسندو رهيو.

چيم، "مان توکان موت بعد زندگيءَ جي باري ۾ نہ پڇندس."

رهبر خاموش رهيو.

مون ڳالهايو، چيم، "مان توکان جنت ۽ دوزخ جي حقيقت نہ پڇندس."

"جيڪي انسان پنهنجي وجود ۾ هڪ جنت ۽ دوزخ کڻي جيئندا آهن، سي انسان جنت ۽ دوزخ جي باري ۾ سوال نہ ڪندا آهن." رهبر گنڀير لهجي ۾ ڳالهائيندي چيو، "مونکي خبر آهي، تون جنت ۽ دوزخ جي باري ۾ سوال نہ ڪندين."

مون اچرج مان رهبر ڏانهن ڏٺو.

"رهبر، تون مونکي دل جي ماتمڪدي ۾ مليو آهين. تنهنڪري منهنجيءَ دل جو حال ڄاڻين ٿو." ڪانئس پڇيم، "مونکي ٻڌاءِ رهبر، تہ لمحا ڪڏهن سڪرات جي عذاب وانگر طويل ڇو ٿي ويندا آهن؛ ۽ چار ڏينهن چار صديون ڇو محسوس ٿيندا آهن."

"مان تنهنجي تقدير جو ڪاتب نہ آهيان." رهبر چيو، "ڇا محسوس نہ ڪيو اٿئي، تہ وقت جي جن لمحن کي تون روڪڻ چاهيندو آهين، ۽ انهن لمحن جي لاءِ ڦٿڪندو آهين، سي لمحا اک ڇنڀ ۾ گذري ويندا آهن!"

رهبر جو جواب ٻڌم. سمجهيم. پوءِ، ڪانئس پڇيم، ”ايئن ڇو آهي رهبر، جو زندگيءَ جي شام ۾ منهنجو وياڪل من عبادت لاءِ ماندو ٿيڻ لڳو آهي.“

”عبادتگاهه جا در تنهنجي لاءِ بند آهن. زندگيءَ جي آخري سجدي لاءِ تون عبادتگاهه ۾ داخل نه ٿي سگهندين.“ رهبر غور سان مون ڏانهن ڏسندي چيو، ”تون دل جي ماتمڪدي مان نڪري عبادت ڪري نه سگهندين.“

”اهو فيصلو ڪڏهن ٿيو هو؟“ مون رهبر کان پڇيو.

”ازل کان،“ رهبر وراڻيو. پوءِ هن چيو، ”ياد اٿئي، ڪنهن سرڀاتن ۾ توکي چيو هو ته ڪجهه انسان پنهنجو صليب پٺن تي کڻي زندگيءَ جو سفر طئہ ڪندا آهن!“

”ها، مونکي ياد آهي.“ مون وراڻيو.

رهبر چيو، ”۽ تڏهن تو به سرگوشيءَ ۾ ڳالهايو هو، ۽ چيو هو ته ڪجهه انسان پنهنجي جنگ اڪيلي سر وڙهندا آهن. ياد اٿئي نه پنهنجو جملو؟“

”رهبر،“ مان سندس قدمن ۾ ويهي رهيس. چيم، ”تون منهنجي باري ۾ سڀ ڪجهه ڄاڻين ٿو.“

”جيڪي انسان پنهنجا صليب کڻي زندگيءَ جو سفر طئي ڪندا آهن، ۽ پنهنجي جنگ اڪيلي سر وڙهندا آهن، سي عبادتگاهه تائين پهچي نه سگهندا آهن.“ رهبر چيو، ”هو تو وانگر دل جي ماتمڪدي ۾ عبادت ڪندا آهن.“

چيم، ”مون کي اڄ پڇيل سوالن جو جواب ڏي، رهبر.“

”اڄ محرم جي ڏهين تاريخ آهي.“ رهبر غور سان مون ڏانهن ڏسندي چيو، ”زندگي ڪنهن ڪنهن وقت فرات نديءَ جي ڪناري اجايل ٿي گذري ويندي آهي.“

رهبر مونکي دل جي ماتمڪدي ۾ هيڪلو ڇڏي هليو ويو. ✦

# تشخص

هڪ دفعي سنڌوءَ مون کان ڏاڍو عجيب سوال پڇيو هو. پڇيو هئائين، "اسين ٻئي ڪير آهيون، ۽ اسان جو پاڻ ۾ ڪهڙو سڱ آهي؟"

ڏانهنس ڏسندي وراڻيو هيم، "ڪجهه سڱ اهڙا ٿيندا آهن سنڌو، جن جي ڪا به سمجهاڻي نه ٿيندي آهي."

سنڌوءَ چيو، "منهنجي ڳالهه ٽو لنوائين."

چيم، "چڱو ڀلا، اول تون ٻڌاءِ ته ڌرتيءَ ۽ دل وارن ۾ ڪهڙو سڱ هوندو آهي؟"

سنڌو کلي پيئي. چيائين، "تون وڏو استاد آهين."

"سمجهي سگهين ٿي ته مان توسان ڪڏهن استادي ڪري سگهندس!"

"ڪهڙي خبر – توتي ڪهڙو اعتبار!"

"وڏي ظالم آهين."

"مان ظالم آهيان!"

"ظالمن کي مٽي تي ڪي سڱ ٿيندا آهن!"

هڪ جملي تي مونکي ظالم هئڻ جو الزام ڏنو اٿئي!

"منصور کي جڏهن سنگسار پئي ڪيائون، تڏهن ابوبڪر شبليءَ ڪيس گلاب جو گل هنيو هو، ۽ منصور کان آهه نڪري ويئي هئي."

"تون پاڻ کي منصور ٿو سمجهين؟"

"مون منصور جي پيرن جي پٽيءَ جو مٽي تي محراب ناهيو آهي."

هوءَ اداس ٿي پيئي، اُداس ٿيڻ کان پوءِ وڌيڪ سهڻي ۽ شاناٿتي ٿي پيئي. مان اڄ تائين سمجهي نه سگهيو آهيان، ته ڪجهه ماڻهو اُداس ٿيڻ کان پوءِ جاذب نظر ڇو ٿي پوندا آهن!

مون سنڌوءَ کان پڇيو، "عشق کي عبادت ڇو سڏيندا آهن."

جواب نه ڏنائين. منهن ٻئي طرف ڪري ڇڏيائين. خلائن ۾ نهارڻ لڳي.

پڇيم، ”مونکان ناراض آهين، سنڌو؟“

”توسان ڳالهائڻ اجايو آهي.“

”فقط تو هڪ سان ڳالهائڻ لاءِ مون سڄيءَ دنيا سان ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو آهي.“

”ته پوءِ منهنجو سوال ڇو ٿو لنوائين؟“

”ڪهڙو سوال؟“

”اسين ٻئي ڪير آهيون، ۽ اسان جو پاڻ ۾ ڪهڙو سڱ آهي.“

”مون ڏانهس ڏس، سنڌو.“ سندس اکين ۾ نهاريندي چيم، ”مون ڏانهن غور سان ڏس.“

هن مون ڏانهن ڏٺو.

چيم، ”تون ۽ مان درد جي مسلسل سلسلي جي ڪڙي آهيون. اسين چاهتن جي نئين رسم جا خالق آهيون. اسين خزائن جي وحشت جو سينگار آهيون.“

پڇيائين، ”اسان جو پاڻ ۾ ڪهڙو سڱ آهي؟“

ورائيم، ”اسان جو پاڻ ۾ درد جو رشتو آهي.“

پوءِ هن پريل پريل آواز ۾ پڇيو، ”اسان جو ڏوهه ڪهڙو آهي؟“

سندس سوال ٻڌي دل ڀرجي آئي. هوءَ معصوم آهي. آسمان وانگر بي داغ آهي. مان گنهگار آهيان. منهنجو منحوس پاڇو مٿس پيو آهي، هوءَ بدنام ٿي آهي.

”ڏوهه منهنجو آهي. تنهنجو ناهي. تون معصوم آهين.“ چيم، ”تون عيسيٰ جي تريءَ مان ٽميل رت جو قطرو آهين. تون مريم جي اک جي آلاڻ آهين.“ ✦

# نشان

اسان جي ڳالهين جي نہ ابتدا هوندي آهي، ۽ نہ انتها. ڪڏهن تہ پهرن جا پهر ڳالهائيندا آهيون. زندگيءَ جي باري ۾، ۽ موت جي باري ۾– خوشين جي باري ۾، ۽ غمن جي باري ۾– خوابن جي باري ۾! ۽، ڪڏهن وري ڪلاڪن جا ڪلاڪ خاموش هلندا رهندا آهيون، ويران رستن تي، اداس وڻن جي هينان! اهڙي حياتي، جنهنجو وڏو حصو اسان پنهنجي وجود جي منتشر حصن کي ميڙيندي، ۽ ان ڪوشش ۾ ناڪام ٿيندي گذاري ڇڏيو آهي، ۽ باقي حصو جيڪو محدود ۽ مختصر آهي، ان ڪوشش ۾ گذري ويندو.

ڪالهہ اسين ڪلفٽن تائين پنڌ ويا هئاسين، ۽ پوءِ سمنڊ جي ڪنارن تي قدمن جا نشان ڇڏي موٽي آيا هئاسين. واٽ تي، خاموشيءَ کي ٽوڙيندي، سنڌوءَ هڪ جملو ڳالهايو هو. هن چيو هو، ”وقت جي وقت اسان جي قدمن کي لٽي ڇڏيندي.“

”ها، وقت جي وير قدمن جي عارضي نشانن کي لٽي ڇڏيندي آهي.“ سنڌوءَ ڏانهن ڏسندي چيو هيم، ”تون ۽ مون موهن جي دڙي ۾، جڏهن اُهو شهر آباد هو، قدمن جا نشان ڇڏيا هئا. اُهي نشان اڃا تائين اتي موجود آهن. وقت جي وير عشق جي عبادتگاهن ۾ ڪيل سجدن جي محرابن کي لٽي نہ سگهندي آهي.“

سنڌوءَ ٿڌو ساهہ کڻندين چيو هو، ”تون ماضيءَ جون ڳالهيون پيو ڪرين.“

”عشق جو عبادتگاهہ ويران نہ ٿيو آهي، سنڌو.“ چيو هيم، ”مان زمان حال جي ڳالهہ پيو ڪريان.“

بس اهڙيون هونديون آهن اسان جون ڳالهيون، جن کي نہ منڍ هوندو آهي ۽ نہ پڇاڙي! ماڻهو اسان جون ڳالهيون ٻڌي منجهي پوندا آهن– ڪين اسان جون ڳالهيون سمجهہ ۾ نہ اينديون آهن، ۽ پوءِ هو اسان جي ڳالهين مان هزارين معنائون ڪڍندا آهن.

ڪلفٽن ڪان پنڌ موٽيا هئاسين. صدر تائين پهچندي ٽڪجي پياسين. ايلفيءَ مان لنگهندي هڪ پارٽي ڪي ڏٺوسين. فيشن آرڪيڊ جي ٻاهران فٽ پاٿ تي پراڻا ڪيلينڊر رکي ويٺو هو، ۽ ڪيلينڊرن مان تصويرون ڪپي ڪٽي رهيو هو. سنڌو پارٽي وٽ بيهي رهي. پراڻن ڪيلينڊرن ڏانهن ڏسندي رهي. پوءِ هيٺ جُهڪي، هڪ پراڻي ڪيلينڊر مان ڪپيل تصوير ڪٽي ورتائين. تصوير ڪنهن ڇوڪريءَ جي هئي. تصوير مون ڪي ڏيکاريندي پڇيائين، ”ڪيئَن آهي؟“

بيخياليءَ ۾ چيم، ”ٺيڪ آهي– سٺي آهي.“

ڇوڪريءَ ڪان تصوير جي قيمت پڇي ڪيسي هڪ رپيو ڏنائين. تصوير خريد ڪري ورتائين. مون عجب مان ڏانهنس ڏٺو. پڇيومانس، ”تصوير ڇو ورتي اٿئي؟“

جواب ڏنائين، ”توکي پسند جو آهي!“

”مونکي!“ مان حيران ٿيم.

”ها، توئي تہ چيو هو نہ، تہ هيءَ توکي پسند آهي.“

”مونکي مٽي ۾ پيون مصيبتون گهٽ لڳل آهن، جو هينئر ڇوڪرين جون تصويرون گڏ ڪندس!“

”ڪهڙي خبر!“

”مونکي ميوزيم کولڻو ناهي.“

”بس!“ سنڌوءَ چيو، ”مون تنهنجي واتان اهو جملو ٻڌڻ پئي چاهيو. مونکي تنهنجي ماضيءَ جي باري ۾ سڀ خبر آهي.“

”دل جو ڪعبو انيڪ ڀيرا بتن سان آباد هو، سنڌو.“ مون ڏانهنس ڏسندي چيو، ”۽ جڏهن ڪان مونکي هڪ معبود مليو آهي، تڏهن ڪان مون دل جي ڪعبي جا سمورا بت ڀڃي ڇڏيا آهن.“

سنڌوءَ اُداس نظر سان مون ڏانهن ڏٺو.

چيم، ”جڏهن مان نہ هوندس سنڌو، تڏهن سنڌ جا مرثيہ گو شاعر تو سان منهنجي بيپناهہ محبت جا نوحہ لکندا– منهنجي چاهت کي ڳائيندا.“ ✦٩✦

# محبت

هڪڙي ڏينهن سنڌوءَ مون کان پڇيو، ”مون سان ڪيتري محبت اٿئي؟“ سوال منجهائيندڙ هو. ڪوبہ مناسب جواب دل تي تري نہ آيو. مون سنڌوءَ کي چيو، ”اڄ تائين محبت ڪرڻ وارن کان ڪنهن اهڙو سوال نہ پڇيو هوندو جهڙو تو مونکان پڇيو آهي.“

سنڌوءَ چيو، ”اهو سوال فقط تنهنجي لاءِ آهي.“

”منهنجي محبت جي انتها ۾ شڪ اٿئي؟“

چيائين، ”نہ.“

پڇيومانس، ”تہ پوءِ اهڙو سوال ڇو پڇيو اٿئي؟“

”ياد اٿئي، هڪ دفعي تو پنهنجيءَ محبت جي باري ۾ ڇا چيو هو.“

”ڇا چيو هيم؟“

”تو چيو هو، تہ جهڙي محبت تو مون سان ڪئي آهي، تهڙي محبت اڄ تائين ڪنهن بہ ڪنهن سان نہ ڪئي هوندي.“

”ها، مونکي پنهنجو جواب ياد آهي. مان پنهنجي دعويٰ تي اڄ بہ قائم آهيان.“

”پنهنجي دعويٰ جو مطلب سمجهين ٿو؟“

”ها، سمجهان ٿو، ورنہ اهڙي دعويٰ نہ ڪريان ها.“

”پڪ اٿئي تہ جهڙي محبت تو موسان ڪئي آهي، تهڙي محبت اڄ تائين ڪنهن بہ ڪنهن سان نہ ڪئي هوندي؟“

سنڌوءَ کي چيم، ”منهنجين اکين ۾ نهار سنڌو.“

سنڌوءَ پنهنجين عميق نگاهن سان منهنجين اکين ۾ نهاريو.

چيم، ”منهنجين اکين ۾ توکي حاصل ڪرڻ جي هوس نہ آهي.“

هوءَ خاموش رهي.

چيم، ”منهنجين اکين ۾ وڇوڙي جي شمعن جي روشني آهي.“

هن ڪجهه نه چيو.

مون چيو، ”ماڻهو محبت ۾ وصل جي آرزو ڪندا آهن. مون فراق سان زندگيءَ جي ويرانين کي سينگاريو آهي.“

سنڌوءَ ٿڌو ساهه کنيو ۽ چيو، ”پوءِ ته مان پنهنجو سوال ورجائڻ ۾ حق بجانب آهيان.“

چيم، ”تون هڪ سوال جي ڳالهه ٿي ڪرين سنڌو، منهنجي وجود جي باطن ۽ ظاهر تي توکي اختيار آهي.“

هوءَ اداس ٿي پيئي.

چيم، ”فقط تون آهين سنڌو، جنهن مون سرڪش کي واڳ وڌي آهي.“

هوءَ وياڪل نظر اچڻ لڳي.

چيم، ”عجب ماجرا آهي، مون کان محبت جي مام متعلق پڇندي آهين؛ ۽ پوءِ، منهنجيءَ محبت جو اظهار ٻڌي اداس ٿي پوندي آهين؛ ايئن ڇو آهي سنڌو!“

سنڌوءَ منهنجي سوال جو جواب نه ڏنو.

پڇيائين، ”مون سان ڪيتري محبت اٿئي؟“

”انهن انتهائن جي باري ۾ سوچ سنڌو، جن انتهائن جو ڪوبه انت نه هجي- انهن وسعتن جي باري ۾ سوچ، جن کي ڪابه سرحد نه هجي.“

چيم، ”منهنجي محبت انتهائن جي انت ۽ وسعتن جي نامعلوم سرحدن کان آزاد آهي.“

پڇيائين، ”ته پوءِ تنهنجي محبت جو چيهه ڪٿي آهي؟“

”جتي مان نه آهيان، ۽ جتي فقط منهنجي محبت آهي، اتي منهنجي محبت جو چيهه آهي.“ سنڌوءَ ڏانهن ڏسندي چيم، ”اهو به منهنجي محبت جو چيهه آهي، ته مان پنهنجي محبت کي محرومين سان سينگارڻ لاءِ توکان پري پري رهان- توکي حاصل ڪري نه سگهان.“ ✦

# جنم

”سنڌو.“

”جي.“

”چون ٿا تنهنجو ذڪر نہ ڪريان، تنهنجي باري ۾ نہ ڳالهايان.“

”تہ پوءِ ڇا سوچيو اٿئي؟“

”ڪجهہ سمجهہ ۾ نٿو اچي.“

”ڇو؟“

”ڇو جو جڏهن ويتنام جو ذڪر ڪريان ٿو، تڏهن ڪوبہ اعتراض نہ ٿو ڪري، پر جڏهن تنهنجو ذڪر ڪريان ٿو، تڏهن الزامن جو صليب پٺن تي ڪڻان ٿو.“

”پوءِ منهنجو ذڪر ڇڏي ڇو نہ ٿو ڏئين؟“

”منهنجي ادبي زندگيءَ مان جيڪڏهن تنهنجو ذڪر ڌار ڪيو وڃي، تہ پاڇي ۾ مونکي ڪجهہ نہ ملندو.“

”هينئر ڇا مليو اٿئي؟“

”درد جي ميراث.“

”تون شاعري ڇو نہ ٿو ڪرين.“

”مقدر ۾ لکيل ناهي.“

”تقدير جو قائل آهين؟“

”جيستائين توکان جدا نہ ٿيو هوس.“

”اڳ؟“

”اِرادي آڏو ڪنهن بہ شيءِ کي ڪٿ ۾ نہ آڻيندو هوس.“

”اِن کي تقدير جي ليکي بدران سزا ڇو نہ ٿو سمجهين؟“

”ڇا جي سزا؟“

”محبت جي سزا.“

”اسين محبت ۾ پنهنجي سزا پاڻ مقرر ڪندا آهيون. ٻيو ڪو اسان کي ڪهڙي سزا ڏيئي سگهندو!“

”مون کي خبر آهي. تون محبت ۾ مرڻ جو قائل آهين.“

”مان تنهنجي لاءِ هر دور ۾ مرندو رهيو آهيان سنڌو.“

”منهنجي پاسي ۾ ڇو نه ٿو ويهي رهين؟“

”نه. مان تنهنجي پاسي کان نه، مان تنهنجي سامهون ويهندس.“

”ڇو؟“

”اسين عبادتگاهن کي پٺي نه ڏيندا آهيون.“

”حق تي ماڻهو توکي ڪافر ٿا سمجهن!“

”مان مومن ڪڏهن هوس!“

”پر تڏهن به لوڪ جو لحاظ ڪبو آهي.“

”مان منافق نه آهيان. مون توسان محبت ڪئي آهي.“

”محبت جي ميدان ۾ تون اڪيلو ته ناهين!“

”مان محبت جي ميدان ۾ مرڻ وارن جي قافلي ۾ شامل آهيان.“

”پر تون ته جيئرو آهين!“

”هيءُ منهنجو نئون جنم آهي. مان تنهنجي محبت ۾ وري مرندس، ۽ وري جنم وٺي موٽي ايندس. تنهنجي لاءِ منهنجي مرڻ ۽ جيئڻ جو سلسلو قيامت تائين هلندو رهندو.“ ✦

# اعتقاد

مان سنڌوءَ ڏانهن ڏسندو رهيس.

سنڌوءَ پڇيو، ”چا پيو ڏسين؟“

ڏانهنس ڏسندو رهيس. سندس سوال جو جواب نہ ڏنم. چيم، ”خبر اٿئي نہ سنڌو، تہ مان نصيب جي وجود کان منڪر آهيان!“

”ها. مونکي خبر آهي.“ سنڌوءَ چيو، ”تنهنڪري سڄي ملڪ ۾ بدنام ٿي ويو آهيان.“

”تون!“ سنڌوءَ ٺهڪ ڏنو. چيائين، ”ناممڪن. تنهنجي سڌرڻ جو مدو ختم ٿي ويو.“

”مان بدناموسيءَ جو داغ ڪٽي مري ويندس.“ چيم، ”پر، يقين ڪر سنڌو، تہ هينئر منهنجو نصيب جي وجود ۾ اعتقاد ٿي ويو آهي– ڪجهہ آهي– نصيب چئجي يا ٻيو ڪجهہ– پر آهي ضرور، جنهن تي انسان جو وس نٿو هلي.“

”چريا! سچ پچ راهہ راست تي آيو آهين چا؟“ سنڌوءَ ڪجهہ ڪجهہ تعجب وچان پڇيو.

”مونکي يقين ٿي ويو آهي سنڌو، تہ تون ۽ مان ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ جدا ٿي ويندا سين. شايد هميشه لاءِ جدا ٿي ويندا سين.“ سنڌوءَ ڏانهن ڏسندي چيم، ”مان وري توکي ڏسي نہ سگهندس، توسان ڳالهائي نہ سگهندس، توکي پنهنجين بي معنيٰ ڳالهين سان بيزار ڪري نہ سگهندس.“

سنڌو اداس ٿي ويئي.

چيم، ”تون اداس نہ ٿيءُ سنڌو. تون سدا حيات آهين – امر آهين – منهنجي هئڻ يا نہ هئڻ سان ڪو فرق نہ پوندو.“

هن منهن ٻئي طرف ڪري ڇڏيو.

”مونکان منهن نہ موڙ،“ چيم، ”مون کي ڏسڻ ڏي. مان توکي نصيب

جي بازيءَ ۾ هارائي وينو آهيان. مونکي پاڻ ڏانهن ڏسڻ ڏي، تہ جيئن نضيب جي وجود ۾ منهنجو اعتقاد پختو ٿي وڃي، ۽ پوءِ مان تنهنجيءَ ياد کي دل ۾ سانڍي هتان هليو وڃان."

سنڌوءَ هڪدم منهن ورائي مون ڏانهن ڏٺو. پڇيائين، پڳل ٽٽل آواز ۾، "موٽي نہ ايندين ڇا؟"

ڏانهنس ڏسندي چيم، "هزارين ميلن جو مفاصلو منهنجي تصور جي پرواز آڏو ڪا معنيٰ نہ ٿو رکي."

چيائين، "اهو منهنجي سوال جو جواب ناهي."

دل تي مايوسيءَ جا ڪارا ڪکر تري آيا. چيم، "موٽي اچي ڇا ڪندس."

پڇيائين، "مون سان محبت نہ اٿئي ڇا؟"

"محبت قربت جي محتاج نہ هوندي آهي، سنڌو." ڏانهنس ڏسندي چيم، "تون منهنجو روح، منهنجو وجود، منهنجي شخصيت جو لازمي حصو آهين، پر ظاهري طرح مونکان پري آهين، منهنجي پهچ کان ٻاهر آهين. محروميءَ جو احساس محبت کي ابدي زندگي بخشي ڇڏيندو آهي."

اجايو کيس اُداس ڪري وڌم. پڇيائين، "پاڻ تي اعتبار نہ رهيو اٿئي، يا مايوس ٿي پيو آهين."

"اڳ تو تائين پهچڻ مشڪل محسوس ٿيندو هو." چيم، "هينئر تو تائين پهچڻ ناممڪن ٿي پيو آهي."

ٿڌو ساهہ کنيائين. پڇيائين، "ٻاهر وڃي مونکي وساري ڇڏيندين."

"مان هر جنم ۾ تنهنجي در تان پنهنجو دامن مايوسين سان ڀري موٽندو رهيو آهيان." چيم، "تنهنجي آرزوءَ ۾ جيئڻ ۽ تنهنجي لاءِ مرڻ جو دستور مونکي ورثي ۾ مليو آهي. مان توکي وساري نہ سگهندس، سنڌو." ✦

# خالق

سمجهان ٿو مان ڪي پهر خاموش ويٺو هوس. دامن ڪوه جي بلندين تان اسلام آباد جي شهر ڏانهن ڏسي رهيو هوس. اسلام آباد جي شهر تي ڌنڌ ڇانيل هئو. مارگلہ روڊ کان اڳتي ڪجھہ نظر نہ پئي آيو. سنڌوءَ مون کان پڇيو، ”ڇا پيو سوچين؟“

”هلال لاءِ ڪو ڪالم سوچي رهيو آهيان.“ چيم، ”پر ڌنڌ سبب اسلام آباد مون کي چٽو نظر نہ ٿو اچي.“

پڇيائين، ”ڇا اِهو ضروري آهي تہ تون اسلام آباد جي باري ۾ ڪالم لکين.“

چيم، ”منهنجي دل سورج مکيءَ مثل آهي. مان اُس ۽ روشنيءَ ۾ ٽڙندو آهيان. اوندهہ ۽ ڌنڌ ۾ ڪومائجندو آهيان.“

سنڌوءَ چيو، ”هن دفعي تون پنهنجي ۽ منهنجي باري ۾ ڪالم لک.“

مون سنڌوءَ ڏانهن ڏٺو. خاموش رهيس.

سنڌوءَ پڇيو، ”ڇا پيو ڏسين.“

چيم، ”تنهنجي خوبصورت پيشانيءَ تي پنهنجي تقدير جي تحرير ڳولي رهيو آهيان.“

هن منهنجو هٿ پنهنجن مقدس هٿن ۾ جهلي ورتو.

چيم، ”مون توکي ٻن انتهائن جي وچ ۾ چاهيو آهي، سنڌو.“

هوءَ خاموش رهي.

مون ڳالهايو. چيم، ”مون توکي عبادت ۽ ديوانگيءَ جي ٻن انتهائن وچ ۾ چاهيو آهي. منهنجي محبت جو ڪوبہ انت لهي نہ سگهندو.“

مان سنڌوءَ جي پاسي مان اُٿي يوڪيليپٽس جي سڪل پن تي وڃي ليٽي پيس. مٿي هيٺان ٻانهون ڏيئي آسمان جي وسعتن ۾ پاڻ وانگر آواره ڪڪرن ڏانهن ڏسڻ لڳس. سيمنٽ جي بئنچ تان اُٿي سنڌو منهنجي پاسي ۾

اڇي ويهي رهي. هوءَ منهنجو درد پرکي سگهندي آهي، هوءَ منهنجي اذيت محسوس ڪري سگهندي آهي. هوءَ منهنجي مونجهارن کي سمجهي سگهندي آهي. سنڌوءَ چيو، "پاڻ کي پريشان ڇو ٿو ڪرين. ٻيا هزارين موضوع آهن. انهن جي باري ۾ تون لکي سگهين ٿو."

"مان آسمان جي ڪڪرن وانگر رولاڪ آهيان. آواره آهيان." چيم، "منهنجو ڪوبہ گهر گهاٽ ڪونهي. مان ٻين موضوعن تي لکي سگهان ٿو. مان چانهه پڪيءَ ۽ ڳيري جي اڪاٽي لکي سگهان ٿو. مان ڪانءَ ۽ جهرڪيءَ جو قصو بہ لکي سگهان ٿو. پر في الحال مان اُهو ڪجهه لکڻ چاهيان ٿو، جيڪي پرندڙ جبل وانگر منهنجي وجود ۾ ٿهڪي رهيو آهي."

"تون ڪنهن وقت مونکي هڪ ننڍڙو سهٽو ضدي ٻار لڳندو آهين." سنڌوءَ چيو، "چڱو هن دفعي تون فقط منهنجي باري ۾ ڪالم لک."

چيم، "مون هر جنم ۾ تنهنجي باري ۾ اڻپوري ڪويتا ڇڏي آهي. هن دفعي بہ اڻپوري ڪويتا ڇڏي ويندس."

سنڌوءَ آهستگيءَ سان چيو، "هر جنم ۾ مون توکي پنهنجي وجود ۾ دل وانگر ڌڙڪندي محسوس ڪيو آهي."

سندس مقدس هٿ پنهنجين اکين تي رکندي چيم، "منهنجي هڪ هڪ تحرير تنهنجي محتاج آهي. مون تنهنجي تصور کان جدا ٿي هڪ لفظ بہ نہ لکيو آهي."

هوءَ خاموش رهي.

مون ڳالهايو. چيم، "تو مونکي روشني ۽ جوت جي دولت عطا ڪئي آهي. اصل ۾ امر جليل جي خالق تون آهين."

اِها ڪالهوڪي ڳالهه آهي. اڄ سوچيان پيو تہ ڪهڙي موضوع تي هلال لاءِ ڪالم لکان. ✦

# واپسي

مون سنڌوءَ کي چيو، ”ماڻهون مون کي ملحد، ڪافر ۽ باغي سمجهندا آهن. پر، اصل ۾ ائين ناهي.“

ڪالهہ، هڪ ڏينهن لاءِ سنڌو اسلام آباد آئي هئي. جمعي جو ڏينهن هو. موڪل ڏينهن ڪامورن جي شهر اسلام آباد ۾ راڪاس گهمي ويندو آهي. سنڌوءَ چيو، ”اسين پپر جي ڇانوَ ۾ ويهي ڳالهيون ڪنداسين.“

چيم، ”اسلام آباد ۾ پپر ڪونهي.“

ڪجهہ ڪجهہ عجب لڳس. چيائين، ”تہ پوءِ ڪنهن ٻڙ جي ڇانوَ ۾ ويهنداسين.“

چيم، ”هتي ٻڙ بہ نہ اٿئي.“

چيائين، ”تہ پوءِ ڪنهن نم جي ڇانوَ ۾ ويهنداسين.“

چيم، ”سنڌو، پٿرن جي شهر ۾ مون اڄ تائين نم نہ ڏٺي آهي.“

پڇيائين، ”تہ پوءِ هتي ڇا آهي!“

چيم، ”هتي موسمي گل آهن، وقت جا محتاج آهن. اڄ جيڪي گل ٽڙيا آهن، سي سڀاڻي نہ ٽڙندا.“

اسين ويران رستن تي هلندا رهياسين.

سنڌوءَ پڇيو، ”ڇا سوچيو اٿئي!“

ورائي پڇيم، ”ڇا جي باري ۾!“

چيائين، ”پنهنجي باري ۾.“

چيم، ”زندگي تنهنجي ياد جي سهاري گذاري ڇڏيندس.“

آب پاره وٽان پڪوڙا ۽ ڊبل روٽي ورتي سين. روز گارڊن ۾ ياسمين جي ٻاريءَ وٽ ڇپر تي وڃي ويٺاسين. سنڌوءَ پڇيو، ”سياست جي باري ۾ ڪيئن ٿو ڀانئين!“

”جاگيردارن، سرمائيدارن، وڏيرن ۽ ملن جي سياست ڪان مون کي

نفرت آهي.“ چيمر، ”منهنجي سياست تون آهيان. منهنجو نظريو محبت آهي. منهنجو نظام چاهت آهي.“

سنڌو ڪلي پيئي. چيائين، ”جاگيردان، وڏيرن ۽ ملن هٿان مارجي ويندين.“

”تنهنجي راهه ۾ مرڻ سعادت، تنهنجي لاءِ مرڻ شهادت آهي.“ چيمر، ”عشق جي علم کي ڪنهنبو ڪرڻ لاءِ تاريخ جي هر دور ۾ مان تنهنجي لاءِ مرندو رهيو آهيان، سنڌو.“

سنڌوءَ بيحد پيار وچان چيو، ”تون چريو آهين.“

چيمر، ”ان الزام جي مون ڪڏهن به ترديد نه ڪئي آهي.“

”خبر اٿئي!“ سنڌوءَ چيو، ”تنهنجي اڻميي پيار ڪان ڪڏهن ڪڏهن مان ڊڄي ويندي آهيان.“

چيمر، ”تڏهن ته توکان پري ٿي ويو آهيان.“

پڇيائين، ”ظاهري قربت کي اهمر ٿو سمجهين!“

چيمر، ”پاڻ کي پرچائڻ خاطر ايئن چيو اٿمر. منهنجي محبت وچوڙن ۾ آسمان جي وسعتن کان وڏي ويئي آهي.“

ڪجهه دير کان پوءِ شڪرپڙيان ڏانهن ويندي، سنڌوءَ چيو، ”گذريل مهيني مان ڪراچيءَ ويئي هيس.“

مون حسرت وچان ڪانئس پڇيو، ”اُهي رستا، اُهي گهٽيون، ۽ اُهي چوواٽا ڪيئن هئا، جتي تون ۽ مان محبت لاءِ نئين دستور جي تلاش ۾ رلندا هئاسين!“

سنڌوءَ چيو، ”ڪجهه نه بدليو آهي- فقط وقت اسان کي پنهنجي ڇڏي ويو آهي.“

شامر جو مان ڪيس اسٽيشن تي ڇڏڻ ويس، هوءَ دريءَ تي منهن رکي مون ڏانهن ڏسندي رهي، نه هن ڳالهايو، ۽ نه مون. هڪ ٻئي ڏانهن ڏسندائي رهياسين. اسين محبت ۾ ان مقام کي وڃي پهتا آهيون، جتي ڪڏهن ڪڏهن اندر جي اڌمن جي اظهار لاءِ لفظن ۽ جملن جي ضرورت نه پوندي آهي.

سنگل ٿيو. گاڏي چُرڻ لڳي. سنڌوءَ دريءَ مان پنهنجو هٿ وڌايو. سندس هٿ ۾ هٿ ڏيندي چيمر، ”مون چاهتن جي چانئٺ تي سجدو ڪيو آهي، سنڌو. اُها محبت، جيڪا عبادت جي سرحدن کان اڳتي نڪري ويندي آهي، سان محبت ابدي هوندي آهي، لازوال هوندي آهي.“

گاڏيءَ جي رفتار وڌي ويئي. هَٿُ هَٿَ کان ڌار ٿي ويو. ✦

# خاموشي

سنڌوءَ جي قدمن ۾ ويٺو هوس، خاموش ۽ مات مات! جڏهن پاڻ ۾ ڳالهائڻ لاءِ ڪجهه نه هوندو آهي، تڏهن اسين ڳالهائيندا آهيون، ۽ جڏهن ڳالهائڻ لاءِ گهڻو ڪجهه هوندو آهي، تڏهن اسين ڪجهه نه ڳالهائيندا آهيون. هڪٻئي جي سامهون هوندي به چپ چپ رهندا آهيون! ان ڏينهن به اسين چپ چپ هئاسين. چپ انڪري هئاسين، جو ڳالهائڻ لاءِ سمورو ماضي، حال ۽ مستقبل اسان جي وجود ۾ اٿلڻ لاءِ ماندو ٿي رهيو هو. مان سنڌوءَ جي قدمن ۾ ويٺو هوس. سنڌوءَ جي قرب ۾ منهنجي لاءِ اها ئي مناسب جاءِ هئي، ۽ اها ئي مناسب جاءِ آهي.

مون سنڌوءَ کي چيو، ”منهنجيون به تمام ننڍڙيون ۽ معمولي تمنائون ڪڏهن به پوريون نه ٿينديون.“

سنڌوءَ منهنجيءَ پيشانيءَ تان واري پري ڪندي پڇيو، ”ڪهڙيون به تمنائون؟“

”ماڻهو مونکي سنگدل سڏيندا آهن. پر، توکي خبر آهي، مونکي خبر آهي، تہ مان سنگدل نہ آهيان.“ سنڌوءَ ڏانهن ڏسندي چيم، ”سنڌو، دل چاهي ٿي، تنهنجي هنج ۾ منهن لڪائي، سڏڪا ڀري ڀري روئي پوان. چاڻان ٿو، منهنجي اها تمنا پوري نه ٿيندي.“

منهن تي اروڙ جهڙي اُداس مرڪ تري آيس. چيائين، ”تون چريو آهين.“

”چاهڻ وارا، ۽ چاهتن ۾ مرڻ وارا ايئن هوندا آهن، جيئن مان آهيان.“ چيم، ”مون کي ظاهري طرح ويجهو هوندي، تون مونکان پري آهين. مونکي تنهنجي هنج نصيب نه ٿيندي.“

سنڌوءَ ڪجهه نه چيو. وياڪل ٿي پيئي.

”مان تنهنجو هوس. مان تنهنجو ئي رهندس. توکان سواءِ مان بي معنيٰ آهيان.“ سنڌوءَ جي اکين ۾ ڏسندي چيم، ”چاهيان ٿو، ساهه جو سلسلو

ختم ٿي وڃي، مان تنهنجن قدمن ۾ خاموشيءَ سان دم ڏيئي ڇڏيان. توکان جدا ٿي مرڻ مونکي گوارا نہ آهي. مان تنهنجو آهيان– تو وٽ مرڻ جو خواهشمند آهيان. پر، مونکي خبر آهي، منهنجي اِها تمنا بہ پوري نہ ٿيندي."

"مون سان جيڪي ڳالهائيندو آهين، سو لکي ڇڏيندو آهين." سنڌوءَ چيو، "تنهنجين تحريرن سبب مايوسي پکڙجي رهي آهي."

"مان تنهنجيءَ راءِ سان متفق نہ آهيان، سنڌو." چيم، "تون جنهن کي مايوسي سمجهي رهي آهين، سا اسان جي جاڳرتا آهي."

هن ڪجهہ نہ چيو.

مون ڳالهايو، "تون اٽل آهين. تون عظيم آهين. تنهنجو وجود ازل ۽ ابد جي پابنديءَ کان آزاد آهي. مان هڪڙي ڏينهن سڪل پن وانگر طوفانن ۾ رلي ويندس. وقت جي قدمن ۾ چيپاتجي ويندس."

سنڌوءَ چيو، "تون بهادر آهين. جدائيءَ ۾ جيئڻ تنهنجي لاءِ عذاب سهي، پر تون ان عذاب جي دردگي برداشت ڪري ويندين. اهو تنهنجي لاءِ ممڪن آهي."

سنڌوءَ جي اکين ۾ ڏسندي چيم، "توکان جدا ٿي مان ڍهي ويندس، يا ٺهي پوندس."

اکين مان بيچيني ليئا پائڻ لڳس.

"زندگيءَ ۾ هڪ وقت اهڙو بہ ايندو آهي، جڏهن ڪو احساس بي معنيٰ هئڻ جي باوجود بي معنيٰ محسوس ٿيڻ لڳندو آهي." سنڌوءَ چيو، "تي سگهي ٿو، جدائي تڏهن تنهنجي لاءِ بامعنيٰ ٿي پوي!"

"منهنجي لاءِ اِهو احساس ڪافي اهي، تہ مان تنهنجو آهيان، ۽ توکان سواءِ ڪنهنجو ٿي نہ سگهندس." سنڌوءَ جي گوڏي تي مٿو ٽيڪيندي چيم، "منهنجي دل جي دنيا تنهنجي تصور سان آباد هئي. توکان جدا ٿيڻ کان پوءِ منهنجي دل جي دنيا تنهنجي ياد جي خوشبوءِ سان واسيل رهندي."

۽ پوءِ وري اسين خاموش ٿي وياسين– هڪٻئي ڏانهن ڏسندا رهياسين. ✦

# نگاھ

ڳالھ پئي هلي ڪنهن جي هٿڻ ۽ نہ هٿڻ جي. سنڌوءَ پڇيو، ”ڇا پيو سوچين، ڇريا؟“

منهن ورائي سنڌوءَ ڏانهن ڏٺم. چيم، ”تنهنجي باري ۾ پيو سوچيان.“

”منهنجي باري ۾!“

”ها.“

”ڇا پيو سوچين؟“

”سوچيان پيو تہ تون سچ پچ آهين بہ، يا فقط منهنجو وهم آهين.“

سنڌُو ٺهڪ ڏيئي کلي پيئي. چيائين، ”ڇرين کي سڱ هجن ها، تہ تنهنجي مٿي تي بہ جيڪر سڱ هجن ها.“

”مان ڇريو آهيان!“

”پيو نہ تہ سچو آهين!“

”ها، تنهنجي لاءِ، ۽ تنهنجي خاطر ڇريو آهيان، پر هونءَ مان وڏو پلستر آهيان.“

”اهو تہ تنهنجي شڪل مان ظاهر آهي.“

”ڪا پاڪستاني فلم تہ نہ ڏسي آئي آهيان، جنهن ۾ هڪ ناز ڪڙي هيروئن پنجاھ غنڊن کي موڇڙا هٽندي آهي!“

کلندي رهي. مان ڏانهنس ڏسندو رهيس.

پڇيائين، ”ڇا پيو ڏسين؟“

چيم، ”ڏسان پيو تہ تون آهين بہ، يا منهنجيءَ نظر جو فريب آهين.“

چيائين، ”کهڙيون ڇرين جهڙيون ڳالهيون پيو ڪرين!“

”هن زندگيءَ جيءَ مام اهائي آهي، سنڌو.“ چيم، ”جنهن تي هٿڻ جو گمان هوندو آهي، سو اصل ۾ نہ هوندو آهي.“

”مان تنهنجي سامهون آهيان، تڏهن بہ منهنجي هٿڻ تي گمان اٿئي!“

”مان نظر جي فريب کان ٿهندو آهيان.“
”تہ پوءِ اعتبار ڇا تي ڪندو آهين؟“
”دل جي چئي تي.“
”دل ڇا تي چويئي؟“
”ڇا جي باري ۾؟“
”منهنجي باري ۾.“
”تہ تون آهين.“ چيم، ”تون منهنجي روح ۾ آهين، ذهن ۾ آهين، تصور ۾ آهين، منهنجين تحريرن ۾ آهين.“

سنڌوءَ پڇيو، ”يلا هڪڙي ڳالهہ تہ ٻڌاءِ. زندگيءَ ۾ اُهو مقام ڪڏهن ايندو آهي، جڏهن قربت وڇوڙو محسوس ٿيندي آهي، ۽ وڇوڙو قربت محسوس ٿيندو آهي؟“

منجهي پيس. جواب سجهي نہ آيو.

”ڇگو يلا، ٻيو سوال ٿي پڇانءِ.“

سنڌوءَ پڇيو، ”زندگيءَ ۾ ڪڏهن ائين ڇو ٿيندو آهي، جو پن پاڻيءَ ۾ ٻڏي ويندا آهن، ۽ پٿر ترندا آهن؟“

چيم، ”سنڌو، يقين ڪر، مُونکي سي. ايس. پيءَ جي امتحان ۾ ويهڻو ناهي.“

سنڌوءَ چيو، ”سي. ايس. پيءَ ۾ ويهڻ وارن کان ايٿوپيا جي آدمشماري ۽ نيدرلينڊ جي سڪي جو نالو پڇندا آهن.“

چيم، ”ڇگو يلا، مان سوال پڇانءِ؟“

هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيائين.

پڇيم، ”جنهنکي دل ڏبي آهي، تنهن کان ڏار ڇو رهبو آهي؟“

سنڌوءَ وراڻيو، ”چاهڻ وارن جي مقدر ۾ تقدير جو ڪاتب درد جي ليڪ وجهي ڇڏيندو آهي.“ ✦

# وَچن

جڏهن حال اونداهو هوندو آهي، تڏهن ماضيءَ جي ڪنهن ياد جي روشنيءَ سان حال ڪي روشن ڪبو آهي! هيءَ ماضي قريب جي ڳالهہ نہ آهي. هيءَ ماضي بعيد جي ڳالهہ آهي. هيءَ ان ماضي بعيد جي ڳالهہ آهي، جڏهن اسان جي گفتگو زمان ۽ مڪان جي پابندين جي محتاج نہ هوندي هئي. تڏهن افق محظ نظر جو دوکو نہ هوندو هو. افق جي هئي پار ڌرتي ۽ آسمان پاڻ ۾ ملندا هئا– سچ پچ ملندا هئا. تڏهن، اهو شهر آباد هوندو هو، جنهن جو نالو اڄوڪي دور ۾ ماڻهن موهن جو دڙو رکيو آهي.

سنڌوءَ چيو، ”اڄ زندگيءَ جي مام متعلق ڳالهائينداسين.“

چيم، ”تون منهنجي زندگي آهين. مان تنهنجي باري ۾ ڳالهائڻ لاءِ تيار آهيان.“

سنڌوءَ پڇيو، ”ايئن ڇو آهي، جو تو پنهنجي زندگي مون سان وابستہ ڪري ڇڏي آهي.“

مون سنڌوءَ ڏانهن نهاريو. هوءَ مون کي عظمت ۾ آسمان کان اوچي نظر آئي. هن جو حسن ڪنهن بہ تشبيهہ جو محتاج نہ آهي. سندس سونهن ڪنهن بيت جي ڪاتي کان بلند آهي. هوءَ ايتري قدر تہ دلنشين ۽ بينظير آهي جو جملن جي جوڙجڪ ۽ لفظن جي بيهڪ هن جي ابديت آڏو بي معنيٰ آهي، هوءَ احساس آهي– يا منهنجي احساس جو لازمي عنصر آهي. هن کي مون محسوس ڪيو آهي– پنهنجي وجود جي اندر ۽ پنهنجي وجود کان ٻاهر. اسان جي پراسرار محبت اظهار جي محتاج نہ آهي.

ان دفعي ڳالهين ۾ ويٺاسين تہ هن مون کان پڇيو، ”ايئن ڇو آهي، جو تو پنهنجي زندگي مون سان وابستہ ڪري ڇڏي آهي.“

چيم، ”تنهنجي سوال جو بيحد ننڍڙو جواب مون وٽ آهي.“

پڇيائين، ”ڪهڙو؟“

چيم، ”محبت جي تاريخ ۾ مان تنهنجي حوالي سان ياد ڪيو ويندس.“

هوءَ خاموش رهي.

مون چيو، ”جڏهن بہ انوکي، نرالي ۽ پراسرار محبت جي ڳالهہ نڪرندي، ماڻهو تنهنجيءَ ۽ منهنجيءَ محبت جو ذڪر ڪندا.“

هوءَ منهنجي پاسي مان اٿي ويئي. بہ - چار وکون ڪٽي بيهي رهي- ۽ پولار ۾ نهارڻ لڳي. مان سندس پاسي کان وڃي بيٺس. پڇيم، ”ڇا پيئي سوچين سنڌو؟“

منهن ورائي مون ڏانهن ڏٺائين، ۽ چيائين، ”ايڏي وڏي دعويٰ جو مطلب سمجهين ٿو؟“

چيم، ”ها. پنهنجي دعويٰ جو مطلب سمجهي سگهان ٿو. پنهنجي دعويٰ جو مفهوم بہ سمجهي سگهان ٿو.“

پڇيائين، ”نباهي سگهندين؟“

سندس عميق اکين ۾ ڏسندي چيم، ”تنهنجيءَ محبت ۾ مان جڏهن فنا جي درجي تي پهچندس، ۽ موهن جو دڙو ٿي پوندس، تڏهن ماڻهو منهنجن کنڊرن مان تنهنجي ياد جا آثار ڳولي ڪڍندا.“

مون اڪثر سنڌوءَ لاءِ پنهنجي محبت جي باري ۾ سوچيو آهي. مون ڪي پنهنجي محبت جو ڪو انت نظر نہ آيو آهي- مون ڪي پنهنجي محبت جو ڪو حل سمجهہ ۾ نہ آيو آهي. بس، هڪ احساس آهي، جيڪو صدين کان منهنجي ساهہ ۾ سمايل آهي، هر جنم ۾ اهو احساس منهنجي وجود سان شامل رهيو آهي. هر جنم ۾ مون ڪيس چاهيو آهي- هر جنم ۾ مون ڪيس وڃايو آهي.

مون سنڌوءَ کي چيو، ”ڪنهن جنم ۾ مان ليکڪ ٿي پيدا ٿيندس، اخبارن لاءِ ڪالم لکندس، رسالن لاءِ افسانا لکندس. منهنجين تحريرن ۾ ڳالهہ ٻئي ڪنهن جي هوندي، پر اصل ۾ ذڪر توسان منهنجي محبت جو هوندو.

محبت جو وچن پاڙڻ لاءِ مان موٽي آيو آهيان. ✦

# خيرات

هڪ دفعي مون سنڌوءَ کي چيو هو، ”اڄ مان توکان خيرات وٺڻ آيو آهيان.“

سنڌوءَ مون ڏانهن غور سان ڏسندي چيو هو، ”مان ويراڳڻ آهيان. مان وٽ ڇا رکيو آهي!“

سنڌوءَ کان پڇيم، ”تنهنجي جواب کي انڪار سمجهان.“

سنڌوءَ چيو، ”تو مون کان سوال ته نه ڪيو هو!“

”ها، مون سوال نه ڪيو هو.“ چيم، ”پر تو سوال لاءِ گنجائش به ته نه ڇڏي آهي!“

چيائين، ”مون ته پنهنجي اندر جو حال اوريو آهي.“

چيم، ”تو ته ڪجهه لفظن ۾ پنهنجي اندر جو حال اوري ورتو آهي. مان پنهنجي اندر جو حال ڪنهن سان اوريان!“

”مونکي غير ٿو سمجهين!“

”منهنجي چاهت، منهنجي سچائيءَ تي شڪ اٿئي!“

”مان تنهنجين ڇريائين کان واقف آهيان.“

”منهنجيءَ محبت کي ڇريائي ٿي سمجهين!“

”ها.“

”ڇو؟“

”ڇو جو محبت ڪرڻ وارا تو وانگر محبت نه ڪندا آهن.“

”هو ڇا ڪندا آهن؟“

”عقل کان ڪم وٺندا آهن.“

”اُها محبت ٿي ڪهڙي جيڪا عقل جي محتاج هجي!“ چيم، ”محبت واپار ته ناهي سنڌو!“

سنڌوءَ ٿڌو ساهه کنيو، ۽ چيو، ”تو وانگر محبت ڪرڻ وارا گهٽو وقت جيئي نه سگهندا آهن.“

مون سنڌوءَ جي عميق اکين ۾ نهاريندي چيو، ”مون کي وڏيڪ جيئڻ جي ڪابہ آرزو ناهي سنڌو.“

سنڌو هڪدم اُداس ٿي پيئي.

سنڌوءَ کان پڇيم، ”منهنجي موت جي ڳالهہ ٻڌي تون هڪدم اُداس ڇو ٿي پوندي آهين.“

جواب ڏيڻ بدران، مون ڏانهن ڏسندي سنڌوءَ پڇيو، ”تون منهنجو آهين نہ؟“

چيم، ”مان توکان سواءِ ڪنهن جو بہ ٿي نہ سگهندس.“

چيائين، ”پوءِ جڏهن اهڙيون ڳالهيون ڪندو آهين، تڏهن مان اُداس نہ ٿينديس تہ پلا پيو ڪير اداس ٿيندو.“

چيم، ”چڱو، مان اهڙيون ڳالهيون نہ ڪندس.“

منهن تي مرڪ تري آيس. چيائين، ”تون سٺو ڇوڪرو آهين!“

هڪدم حيرت وچان چيم، ”تون مونکي ڇوڪرو ٿي سمجهين!“

هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيائين.

چيم، ”چري، مان پوڙهو ٿي ويو آهيان.“

کلي پيئي. پوءِ پيار مان چيائين، ”چريا، محبت ڪڏهن بہ پوڙهي نہ ٿيندي آهي، تنهنڪري محبت ڪرڻ وارا بہ پوڙها نہ ٿيندا آهن.“

چيم، ”مون وٽ تنهنجي نلسفي لاءِ ڪوبہ جواب ڪونهي.“

پوءِ سنڌوءَ پڇيو، ”اڳاٽو ڇا پئي گهرينءَ مون کان؟“

پڇيم، ”ڏيئي سگهندينءَ؟“

”مان ويراڳڻ آهيان. مون وٽ ڪجهہ بہ ڪونهي.“ سنڌوءَ چيو، ”تي سگهي ٿو توکي پئي ڪنهن هنڌان وٺي ڏيان.“

چيم، ”پوءِ مون کي ٿورڙي بيرخي، ٿورڙي قطع تعلقي ۽ ٿورڙي سرد مهري وٺي ڏي.“

پڇيائين، ”محبت ۾ ٿڪجي پيو آهين؟“

چيم، ”مان محبت ۾ ان مقام تي وڃي پهتو آهيان، جتان منهنجو موٽڻ محال آهي.“ ✦

# اُفق

اسانَ ٻنهي هڪ ٻئي کان جدا رهي ڏٺو آهي، جدائيءَ جي گهڙين کي سرطان جي عذاب وانگر محسوس ڪري ڏٺو آهي. ڪجهہ مهينن جي وڇوڙي کان پوءِ ملياسين تہ ائين محسوس ٿيو، ڄڻ صدين کان پوءِ مليا هئاسين. مان گذريل هفتي ڪم سانگي ڪراچيءَ آيل هوس. ڪنهن ٻڌايو تہ هوءَ بہ اڄڪلهہ ڪراچي آيل آهي. دل اُڌمو ڪاڙهو. سندس فون جو نمبر ڦيرايم. هُن رسيور کنيو، ۽ چيو،-"هيلو-"

مون ڪجهہ نہ چيو. مون سندس مڌر آواز ٻڌڻ چاهيو ٿي، خاموش رهيس. هن پيهر چيو، "هيلو."

چيم، "تنهنجي آواز ۾ اڄ بہ صدين جي سرهاڻ آهي، سنڌو."

"تون!" هن تعجب وچان پڇيو، "رت ۽ باهہ جي شهر ۾ ڪڏهن آيو آهين؟"

چيم، "مان هتان ويو ئي ڪڏهن آهيان."

"بڪواس نہ ڪر." سنڌوءَ چيو، "اسلام آباد ۾ جهنڊا ڪوڙي وڃي ويٺو آهين، ۽ مٿان وري چوين ٿو تہ هتان ويو ئي ڪڏهن آهيان!"

"سنڌو" ڪانئس پڇيم، "تون منهنجو روح، منهنجي زندگي آهين نہ."

آهستگيءَ سان چيائين، "پنهنجيءَ دل کان پڇي ڏس."

چيم، "ورهہ ٿيا جو منهنجي سيني ۾ دل جي جاءِ بہ تو اچي والاري آهي."

هوءَ خاموش رهي.

چيم، "يقين ڪر سنڌو، منهنجو تصور تنهنجي در جو طواف ڪرڻ کان پوءِ ڪراچيءَ جي گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ گهمندو آهي- رلندو آهي- مان ڪراچيءَ مان نہ ويو آهيان، سنڌو."

پڇيائين، "گهڻن ڏينهن لاءِ آيو آهين؟"

چيم، ”بارود، باهه ۽ دونهي ۾ مون کي پوسٽ تي ٿئي. مان جلد موٽي ويندس.“

چيائين، ”وڃڻ کان اڳ منهنجي هڪ ننڍڙي خواهش پوري ڪندين؟“

چيم، ”مون کان منهنجي زندگيءَ جو پليدان ڇو نه ٿي گهرين؟“

هوءَ خاموش رهي.

”تو مون کي دعائن ۽ محبت جا پندار پري ڏنا آهن.“ چيم، ”۽ مون توکي ڪجهه نه ڏنو آهي، سنڌو.“

چيائين، ”اسان محبت ڪئي آهي، واپار نه ڪيو آهي.“

چيم، ”تو ڪجهه چوڻ ٿي چاهيو، شايد.“

پڇيائين، ”اڄ شام جو ڪلفٽن تي جهانگير ڪوٺاري پريڊ وٽ اچي سگهندين؟“

”ها، مان ايندس“ چيم، ”۽ پوءِ اسين واريءَ جي دفينن مان منتشر خوابن جا اڌپورا سلسلا ڳوليندا‌سين.“

اسين جهانگير ڪوٺاري پريڊ جي ڏاڪڻ تي ملياسين. هوءَ ٽِڪَ ٻڌي مون ڏانهن ڏسڻ لڳي. پڇيم، ”ڇا پئي ڏسين؟“

چيائين، ”ڏسان پئي ته وارن ۾ اڇا پئجي ويا اٿئي، پر تنهنجي محبت جوان آهي.“

”محبت زمان ۽ مڪان جي پابندين کان آزاد هوندي آهي، تنهنڪري عمر رسيده نه ٿيندي آهي.“ چيم، ”تنهنجي محبت ۾ مان ظاهري طرح فنا ٿي ويندس، پر منهنجي محبت فنا ٿي نه سگهندي.“

پڇيائين، ”ڇا اِهو لازمي آهي.“

”ها، اِهو لازمي آهي.“ چيم، ”ڇو جو دائمي محبت ڏکن جو ڏاج ڏيندي آهي.“

ان کان پوءِ اسان پاڻ ۾ نه ڳالهايو. هڪ پاسي تي ڏاڪي تي ويهي رهياسين– ۽ اُفق جي ٻئي پار ڏسڻ لڳاسين، جتي زمين ۽ آسمان پاڻ ۾ مليل نظرَ ايندا آهن، پر جدا جدا هوندا آهن. ✦

# اوندهہ

سنڌوءَ چيو، ”هر طرف اونڌهہ آهي، گگهہ اوندهہ آهي. مان هيبتناڪ اوندهہ ۾ هڪ وک بہ اڳتي وڌي نٿي سگهان.“

”تون ۽ مان تاريخ جي هر دور ۾ اوندهہ ۾ هلندا رهيا آهيون.“ چيم، ”تنهنجو روپ اهوئي رهيو آهي. مان هر دفعي مرڻ کان پوءِ، جوڻ مٽائي موٽندو رهيو آهيان. مونکي گذريل جنم جا زخم ياد آهن. مون نہ وساريا آهن. مون وٽ جيڪا تاريخ آهي، ان تي مٽيءَ جي دز نہ چڙهي آهي. مون ان تاريخ تي پڪو جلد نہ ٻڌرايو آهي، ڇو جو تاريخ جي ارتقا اڃا جاري آهي.“

سنڌوءَ جي لهجي مان مايوسي ظاهر ٿيڻ لڳي. چيائين، ”مان اهڙي اوندهہ ڪڏهن نہ سنيران.“

پڇيومانس، ”اها رات ياد اٿئي، جڏهن انبياءَ جا رٿ اسان جي ڳوٺ تي ڪاهي آيا هئا، ۽ اسان جي وستي رت ۽ باهہ ۾ ملائي ويا هئا.“

”ها، اُها اڳگر جهڙي راتِ مونکي ياد آهي.“ سنڌوءَ وراڻيو، ”ان رات کان پوءِ اسان جي وستي موهن جي دڙو سڏجڻ ۾ آئي.“

”ان رات بہ اسان جي راهن ۾ اوندهہ هئي، سنڌو.“ چيم، ”پر اسين هٿ هٿ ۾ ڏيئي وڌندا رهيا هئاسين. اسان جي وستي موهن جي دڙو سڏجڻ ۾ آئي. پر اسان بيون وستيون آباد ڪيون. اسان دل جا شهر آباد ڪيا.“

”ها. مونکي ياد اهي.“ سنڌوءَ چيو، ”پر اُها اوندهہ اهڙي نہ هئي، جهڙي اڄ اسان جي راهن ۾ وچانئجي ويئي آهي.“

مان خاموش رهيس. ڏانهنس ڏسندو رهيس.

”هر طرف اوندهہ آهي. وک وک تي واسينگ آهي.“ سنڌوءَ چيو، ”مان هڪ وک وڌي نہ ٿي سگهان.“

”همت ڪر، سنڌو.“ چيم، ”نيٺ تہ اوندهہ لهندي، ظلم جي نگري ڊهندي.“

”نه.“ سنڌوءَ چيو، ”مونکي ايئن ٿو محسوس ٿئي، هن دفعي هيءَ اوندهه نه لهندي. سچ جو سج نه اُڀرندو. مان اوندهه جي پاتار ۾ لهي ويندس، ۽ وري نه اُڀري سگهنديس.“

”نه، نه.“ چيم، ”ايئن نه چئُه، سنڌو. وري واءُ وَرندو. وري ڪوئي چارڻ، چانگي تي چڙهندو. ڌرتي جي سيني مان نئون نسل نڪري، اوندهه کي چيري نئين واٽ ڳولي، لاٽ ٻاري، منزل جو سونهون به ٿيندو.“

سنڌوءَ چيو، ”تاريخ تي پڪو جلد ٻڌرائي ڇڏ، ڇو جو هينئر نئون باب نه لکبو.“

پڇيومانس، ”نئون باب ڇو نه لکبو، سنڌو؟“

وراڻيائين، ”ڇو جو نئون باب لکڻ واري مس وقت جو ٻائو تيل سمجهي پي ويو آهي.“

”مس وقت جو ٻائو پي ويو آهي، ته ڇا ٿيو!“ چيم، ”اسين دل کي چيري قلم رت ۾ ٻوڙي، تاريخ جو نئون باب لکنداسين.“

مون سنڌوءَ جي کلڻ جو آواز ٻڌو، جنهن تي مونکي روئڻ جو گمان ٿيو. سنڌوءَ چيو، ”تو ڪوي ڪاليداس جي اوبر نه پيتي آهي، تنهنڪري ڪوي ٿي نه سگهندين. تو رسل جي ڪتبي جي مٿيءَ جو سرمو اکين ۾ نه وڌو آهي، تنهنڪري، تون تاريخ جو باب اَکي نه سگهندين. تاريخ کي پڪو جلد ٻڌرائي، جاري ۾ رکي ڇڏ، جتي اُڌوهي کائي وڃيس.“

اوندهه ۾ مان اِهو ڏسي نه سگهيس ته اِهو چوندي، سنڌوءَ جي اکين ۾ لڙڪ هئا، يا ڇپن تي مايوسيءَ جي مرڪ! ✦

# بندش

"سنڌو."

"جي."

"مون کي حڪم ٿيو آهي ته تنهنجي باري ۾ نه سوچيان، تنهنجي باري ۾ نه ڳالهيان- تنهنجي باري ۾ نه لکان."

"پوءِ ڇا سوچيو اٿئي؟"

"سوچيان پيو ته ڇا اِهو سڀ ڪجهه منهنجي لاءِ ممڪن آهي."

"ڇو ممڪن نه آهي؟"

"اِهو سوال تون سنڌو مون کان پئي پڇين!"

"توکان ڪجهه پڇڻ جو حق نه ٿي رکان ڇا؟"

"توکي منهنجي حياتيءَ تي اختيار آهي- مون تنهنجي پيرن جي پٽيءَ جو مٽي تي محراب ٺاهيو آهي."

"پر ايتري چاهت چڱي ته ناهي."

"مون محبت ڪئي آهي- واپار نه ڪيو اٿم."

"تون منهنجي باري ۾ ڇو سوچيندو آهين؟"

"ڇو جو منهنجي ڪابه سوچ تنهنجي محور کان مٿي نه آهي."

"منهنجي باري ۾ ڳالهائيندو ڇو آهين؟"

"ڇو جو تون ئي منهنجي ابتدا آهين، تون ئي منهنجي انتها آهين."

"۽ پلا منهنجي باري ۾ لکندو ڇو آهين؟"

"ڇو جو منهنجو حرف اول تون آهين- منهنجو حرف آخر تون آهين."

"بندش جي باري ۾ ڇا سوچيو اٿئي؟"

"اجائي آهي."

"ڪيئن؟"

"مون ازل کان هر جنم ۾ تنهنجي باري ۾ سوچيو آهي، تنهنجي باري

۾ ڳالهايو آهي– تنهنجي باري ۾ لکيو آهي. هن جنم ۾ اِها پابندي تہ مان تنهنجي باري ۾ سوچڻ، ڳالهائڻ ۽ لکڻ ڇڏي ڏيان، منهنجي لاءِ ناممڪن آهي، مان اِها پابندي قبول ڪري نہ سگهندس."

"مجبوريءَ جي حالت ۾ ڇا ڪندين؟"

"مان پڇي پوندس– پري پوندس– پر توکي وساري نہ سگهندس."

"ڪوشش ڪري ڏس."

"اڄ تائين ڪو شخص پنهنجي زندگي، بصيرت ۽ روشنيءَ کي ڪڏهن وساري سگهيو آهي!"

"مان سمجهان ٿي تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ اهڙو تہ پراسرار رشتو آهي، جو ڪنهن کي ڪو اعتراض هئڻ نہ ڳهرجي."

"پنهنجي رشتي جي وضاحت ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي، سنڌو."

"ڇو ڏکيو ڪم آهي؟"

"ڇو جو عام ماڻهو اسان کي ظاهر اک سان ڏسندا آهن– هو اسان جي اندر جو ٿوهہ لهي نہ سگهندا آهن. اهڙا ماڻهو تنهنجي ۽ منهنجي رشتي کي سمجهي نہ سگهندا."

"مون کي خبر آهي."

"۽ خبر اٿئي هو اسان جي باري ۾ ڪهڙيون ڳالهيون ڪندا آهن!"

"ڪهڙيون ڳالهيون ڪندا آهن!"

"چوندا آهن تون ۽ مان ڪافر آهيون."

"اسين ڪافر آهيون!"

"ها."

"ڪيئن؟"

"اسان ٻنهي عبادت جي حد تائين هڪٻئي کي چاهيو آهي."

"ڇا اهو سچ آهي؟"

"پنهنجيءَ دل کان پڇي ڏس سنڌو." ✦

# زندگي

ڪينجهر جي ڪنارن سان هلندي، سنڌوءَ چيو، ”زندگيءَ جو سفر پراسرار آهي.“

مان ٻيهي رهيس. سنڌوءَ ڏانهن ڏٺم. هوءَ ڪجهه وکون ڪٽي ٻيهي رهي ۽ منهن ورائي مون ڏانهن ڏسڻ لڳي. سنڌوءَ پڇيو، ”ڇا پيو ڏسين؟“

چيم، ”تقدير جو فيصلو.“

پڇيائين، ”تقدير ۾ اعتقاد اٿئي ڇا؟“

ورائيم، ”نه چاهيندي به آهي!“

پڇيائين، ”سبب.“

جواب ڏنم، ”مان تنهنجو آهيان. تولاءِ آهيان، پر تنهن هوندي به توکان پري آهيان. ان ۾ تقدير جو دخل ناهي، ته پيو ڇاهي.“

سنڌوءَ پڇيو، ”تنهنجي ڪيفيت سان ٺهڪندڙ شاهه لطيف جو هڪ بيت جي هڪ سٽ ٻڌايانءِ؟“

هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيم.

سنڌوءَ شاهه لطيف جي بيت جي هڪ سٽ جهونگاريندي چيو،

”ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور به اوڏا سپرين.“

چيم، ”شاهه لطيف اهو بيت منهنجي لاءِ چيو آهي.“

پڇيائين، ”ايڏو يقين اٿئي؟“

ورائيم، ”مونکي ويجهو هوندي تون مون کان پري نه هجين ها، ۽ مون کان پري هوندي مونکي ويجهو محسوس نه ٿئين ها، ته مان جيڪر شاهه جي بيت بابت ايڏي وڏي دعويٰ نه ڪريان ها.“

سنڌوءَ جي نرڙ تي ريکائون اُڀري آيون. هوءَ منهن ورائي ڪينجهر جي ڪنارن تي هلڻ لڳي.

ساڻس وک کڻندي چيم، ”مان تنهنجي پهرين جملي سان متفق نه آهيان.“

پڇيائين، ”ڪهڙو جملو؟“
چيم، ”تو چيو هو تہ زندگيءَ جو سفر پراسرار آهي.“
پڇيائين، ”تہ ڇا زندگيءَ جو سفر پراسرار ناهي؟“
”نہ،“ وراڻيم، ”زندگيءَ جو سفر غير يقيني آهي.“
پڇيائين، ”غير يقينيءَ مان ڪهڙي مراد اٿئي؟“
جواب ڏنم، ”مون جهڙن انسانن جو سفر اڌورو رهجي ويندو آهي.“
پڇيائين، ”ڇو؟“
وراڻيم، ”اسين وقت هٿان دغا کائي ويهندا آهن.“ ۽ پوءِ ڪيتريءَ دير تائين اسين خاموشيءَ سان ڪينجهر جي ڪنارن تي هلندا رهياسين.
سنڌوءَ مون کان پڇيو، ”نوري ۽ ڄام تماچيءَ جي باري ۾ ڪهڙو رايو اٿئي؟“
چيم، ”نوري مظلوم هئي.“
اچرج مان پڇيائين، ”ڪيئن؟“
چيم، ”هڪ شهنشاهہ شڪار ڪندي ڪيس ڏٺو. هوءَ شهنشاهہ کي وڻي ويئي. شهنشاهہ سائس شادي ڪري ڇڏي. ان شاديءَ ۾ نوريءَ جي مرضيءَ کي دخل حاصل نہ هو.“
سنڌوءَ چيو، ”ڄام تماچيءَ ڪيس پَٽَ راڻي ڪيو هو.“
”دولت سان دل جو ويران اڱڻ آباد نہ ٿيندو آهي، سنڌو.“ چيم، ”نوري حال کان مطمئن نہ هئي. ماضيءَ سان ناتو جوڙڻ لاءِ هوءَ ڳهہ ڳنا ۽ ويس وڳا لاهي پراڻا ۽ ڦاٽل ڪپڙا پائيندي هئي. جنهن سان محبت هئس تنهنکي وساري نہ سگهي. ڪانئس جدا ٿيڻ کان پوءِ بہ کيس ياد رکندي آئي هئي. نوريءَ جو حال ماضيءَ لاءِ ماتم ڪندي گذريو هو.“
سنڌوءَ پڇيو، ”آسائشون محبت جي محروميءَ کي پري نہ سگهنديون آهن ڇا؟“
سندس عميق اکين ۾ ڏسندي چيم، ”چاهتن جا امين هڪ محبت لاءِ هزارين آسائشون قربان ڪري ڇڏيندا آهن.“ ✦

# علامت

هن وقت رات جا ادائي ٽيا آهن. مان تجسس ۽ تعجب وچان هي ڪالم لکي رهيو آهيان. جنهن ڪيفيت مان اڄ لنگهيو آهيان، تنهن ڪيفيت مان اڳ بہ انيڪ دفعا لنگهي چڪو آهيان. هر دفعي ان قسم جي ڪيفيت مون کي تجسس جو نئون عالم عطا ڪيو آهي. مان سمجهان ٿو، هر اهو شخص جيڪو مون وانگر تصور جي رڻ ۾ رلندو آهي، سو ان قسم جي ڪيفيت مان لازمي طرح لنگهندو رهيو آهي.

ڪجهہ ڏينهن کان اسلام آباد ۾ گهٽ ۽ ٻوسٽ آهي. اڄ شام مان ڪوهہ مريءَ ويو هوس. مال روڊ هزارن جي هجوم سان ڀريل هو، ڀيهہ هئي. ماڻهن جا انبوهہ هئا. رنگارنگي لباسن ۽ ميڪ اپ جي زيبائش هئي. هن وقت جڏهن هي ڪالم لکي رهيو آهيان، تڏهن شدت سان محسوس ڪريان ٿو تہ مان ظاهري طرح هزارن جي هجوم ۾ هيڪلو هوس، پر اصل ۾ اڪيلو نہ هوس. مون پنهنجي هٿ ۾ ڪنهن جي هٿ کي محسوس ڪيو هو. اُهو هٿ منهنجي لاءِ اجنبي نہ هو. ان هٿ کي مون ازل کان پنهنجي هٿ ۾ محسوس ڪيو آهي. اسين ٻئي وک وک سان ملائي هزارن جي هجوم کان ڌار ٿي وياسين. پنڊي پوائنٽ ڏانهن وڌي وياسين.

اسين ٻئي هينئر محبت ۾ ان مقام تي وڃي پهتا آهيون، جتي اسان کي اندر جي اُڌمن لاءِ اظهار خاطر لفظن جو سهارو نہ وٺڻو پوندو آهي. اسين جملن جا محتاج نہ آهيون. اسان خاموش رهڻ جي باوجود پاڻ ۾ گهڻو ڪجهہ ڳالهائي ويندا آهيون.

پنڊي پوائنٽ تائين، نہ هن ڳالهايو، ۽ نہ مون. پر تنهن هوندي بہ اسين خاموشيءَ جي زبان سان هم ڪلام ٿيندا رهياسين- هڪ ٻئي کي ٻڌندا رهياسين- دائمي محبت زمان، مڪان ۽ جملن جي محتاج نہ هوندي آهي. ازل کان هر جنم ۾ خاموش رهندي، اسان هڪ ٻئي سان ڳالهايو آهي. اندر جو حال اوريو آهي- هڪٻئي کي ٻڌو آهي- هڪٻئي کي سمجهيو آهي.

پنڊي پوائنٽ وٽ مون کيس چيو، ”هيءُ جنم پڻ اسين خاموشيءَ جي زبان سان ڳالهائيندي گذاري ڇڏينداسين.“

”خاموشيءَ جي زبان مبهم ۽ علامتي ٿيندي آهي.“ هن چيو، ”سچي تاريخ قومن جي ماضيءَ تي خاموش شاهدي ڏيندي آهي.“

”منهنجي محبت جي شاهد تون آهين!“ چيم، ”مون ازل کان تو کي روشنيءَ جي علامت سمجهيو آهي.“

هن آسمان ڏانهن اشارو ڪندي چيو، ”ڪڪر جبلن تي لهي آيا آهن.“

مون ڪڪرن ڏانهن ڏسندي چيو، ”ڪڪر ازل کان آزاد آهن. ڪوبہ اڄ تائين ڪڪرن کي قيد ڪري نہ سگهيو آهي.“

چيائين، ”هڪ دفعي تو چيو هو تہ جيڪي اسان لاءِ هوندا آهن، ۽ اسان جا هوندا آهن، سي اسان کان دور پابندين ۽ بندشن ۾ جنم وٺندا آهن.“

چيم، ”مون کي ياد آهي.“

پڇيائين، ”ايئن ڇو آهي؟“

وراڻيم، ”انڪري تہ جيئن محبت دائمي ٿي پوي.“

ورائي پڇيائين، ”دائمي محبت لاءِ ڇا لاڳيتي آزمائش ضروري آهي؟“

چيم، ”آزمائش انسان کي ڪندن ڪري ڇڏيندي آهي.“

هن چيو، ”مستقل ۽ لاڳيتي آزمائش اسان ٻنهي کي ڪندن ڪري ڇڏيندي. اسان جا روح روشنيءَ سان جرڪي اُٿندا.“

چيم، ”منهنجو تصور پنهنجي ياد کان سواءِ رڻ وانگر ويران ٿي ويندو.“

هن چيو، ”مان جتي بہ آهيان، جيئن بہ آهيان، تنهنجي آهيان.“

هوءَ سنڌو هئي– هزارن جي هجوم ۾ مان هيڪلو هوس، پر اصل ۾ مان اڪيلو نہ هوس، هوءَ مون سان گڏ هئي. ✦

# موهن جو دڙو

ملياسين تہ ايئن محسوس ٿيو، ڄڻ ورهين کان پوءِ مليا هئاسين، چيائين، "مان سمجهان ٿي، مونکي وساري ڇڏيو اٿئي."

"سنڌو." چيم، "اجازت ڏئين تہ مان تنهنجي سوال جي جواب ۾ پنهنجي هڪ ڪهاڻيءَ جو جملو ورجايان."

"وقت ۽ حالتن توکان گهڻو ڪجهہ ڦري ورتو آهي." سنڌوءَ چيو، "پر وقت ۽ حالتون توکان تنهنجيون ڳالهيون ڦري نہ سگهيا آهن."

چيم، "وقت ۽ حالتون مون کان تنهنجي ياد بہ ڦري نہ سگهيا آهن. مون تنهنجيءَ ياد کي املهہ ميراث وانگر روح ۾ سانڍي ڇڏيو آهي."

سندس خشڪ چپن تي اداس مرڪ تري آئي. چيائين، "تو پنهنجيءَ ڪنهن ڪهاڻيءَ جي جملي بابت ڳالهہ پئي ڪئي!"

پنهنجيءَ ڪنهن ڪهاڻيءَ جو جملو ورجائيندي چيم، "مان مرڻ کان پوءِ جيڪڏهن موهن جو دڙو ٿي پوان، تہ ماڻهو منهنجي وجود جي کنڊرن مان تنهنجي ياد جا ياقوت کوٽي ڪيندا."

کلي پيئي. چيائين، "مونکي خبر آهي، تون انتها پسند آهين."

"ها." چيم، "منهنجين محبتن ۽ نفرتن جو ڪم انت ڪونهي."

پڇيائين، "زندگي ڪيئن پئي گذريئي؟"

وراڻيم، "ڪجهہ گذري ويئي آهي. ڪجهہ گذري ويندي."

چيائين، "تنهنجي ڳالهائڻ مان مايوسي پئي بکي."

"مون اميدن جي تڪميل جي آرزو نہ ڪئي آهي. سنڌو." چيم، "تنهنڪري منهنجي مايوس ٿيڻ جو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي."

پوءِ هن عجيب سوال ڪيو. پڇيائين، "تون مونکي ياد ڇو ڪندو آهين؟"

"ڇو جو مان توکان ڌار ٿي ويو آهيان. مان توکان جدا ٿي ويو آهيان."

وراڻيم، ”تو وٽ هجان ها، توسان ملندو رهان ها، توکي ڏسندو رهان ها، تہ شايد توکي ياد نہ ڪريان ها- توکي وساري ويهان ها.“

”مونکي شاهہ لطيف جو هڪ بيت ياد ٿو اچي.“

سنڌوءَ چيو، ”مان سمجهان ٿي، تون اُن بيت جي فلسفي جو معتقد آهين.“

پڇيومانس، ”شاهہ سائين جي ڪهڙي بيت جي ڳالهہ پئي ڪرين.“

سنڌوءَ، شاهہ سائين جو بيت جهونگاريو،

”ڳوليان ڳوليان مَ لهان، شال ملان هوت،
من اندر جا لوچ، ملڻ سان مائي ٿئي.“

چيم، ”اهو بيت منهنجي حياتيءَ جي عمل جو سونهون آهي.“

ڪجهہ اباڻڪي لهجي ۾ پڇيائين، ”مونکي ڪيستائين ياد رکندين؟“

”ماڻهو هڪ ٻئي جي حوالي سان سڃاتا ويندا آهن.“ چيم، ”مان تنهنجي حوالي سان سڃاتو ويندس. منهنجو پنهنجو ڪو وجود ڪونهي.“

منهنجيون ڳالهيون ٻڌي سنڌو اُداس ٿي پيئي. مونکي اعتراف آهي تہ مان پنهنجي غمہ پسند طبيعت جو عڪس، سنڌوءَ جي سدا حيات وجود تي وجهي ڇڏيندو آهيان. مان پنهنجين ڳالهين سان کيس اُباڻڪو ڪري ڇڏيندو آهيان. مجان ٿو تہ مونکي ايئن ڪرڻ نہ گهرجي. پر، مان مجبور آهيان. مان مٽيءَ جو ماڻهو آهيان. پڇي پوندو آهيان- پري پوندو آهيان. منهنجي درد کي فقط اُهي سمجهي سگهندا آهن، جن ڌرتيءَ جي حوالي سان محبت ڪئي آهي. جن ڌرتيءَ سان توڙ نڀائڻ جو وچن ڪيو آهي.

سنڌوءَ پڇيو، ”موڪلايون؟“

”محبت وصال ۽ قربت جي محتاج نہ ٿيندي آهي، سنڌو.“ چيم، ”تون وڃ، مان توکان پري رهي بہ توسان محبت ڪري سگهان ٿو. تون ڀلي وڃ.“

سنڌو ويئي، تہ شاهہ سائينءَ جي هڪ بيت جي سٽ جونگاريندي ويئي.

”ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور بہ اوڏا سپرين!“ ✦

# ديوانگي

نہ سنگت آهي، نہ خوشبوءِ آهي، تڏهن بہ تنهنجيءَ ياد جو پڙلاءُ آهي.

مان سمجهان ٿو، ماٺ ۾ مونکي ڪي ورهہ گذري ويا ها، جو سنڌوءَ مون کان پڇيو هو، ”ڇا پيو سوچين؟“

مون ڪنڌ کڻي، ٽڪل ٽڪل نگاهن سان هن ڏانهن ڏٺو هو. چيو هيم، ”توکي ڳولندي ڳوليندي مان روح جي گهراين تائين ٽڪجي پيو آهيان، سنڌو.“

سنڌوءَ جي چپن تي سدا حيات مرڪ تري آئي هئي. پڇيو هئائين، ”تہ پوءِ پنهنجيءَ ڳولا جو سلسلو ختم ڇو نہ ٿو ڪرين؟“

”اهو سلسلو ظاهري طرح منهنجي موت سان ختم ٿيندو.“ چيو هيم، ”پر يقين ڪر سنڌو، مرڻ کان پوءِ منهنجو روح تنهنجيءَ چاهت ۾ هو ديگان جي عبادتگاهن کان وٺي هموراٻيءَ جي زرين اقوال تائين پاراتو مليل ارواحن جي قافلي ۾ ڀٽڪندو رهندو؛ توکي ڳوليندو رهندو.“

هڪدم گنڀير ٿي پيئي. پڇيو هئائين، ”ايئن ڇو آهي؟“

وراڻيو هيم، ”ڇو جو تنهنجي آرزوءَ ۾ جيئڻ، ۽ تنهنجي آرزوءَ ۾ مرڻ مونکي نصيب جي صورت ۾ قدرت طرفان تحفي ۾ مليو آهي.“

تڏهن ڏک وچان پڇيو هئائين، ”مونکي وساري، ان عذاب کان ڇوٽڪارو حاصل ڇو نہ ٿو ڪرين؟“

”تون منهنجي لاءِ لاشعور جو لازمي حصو آهين.“ چيو هيم، ”شعوري طرح توکي وسارڻ جي ڪوشش ڪي منهنجو لاشعور شڪست ڏيئي ڇڏيندو.“

هن ڪاڏيءَ هيٺان هٿ ڏيئي، ٽِڪَ ٻڌي مون ڏانهن ڏٺو هو، ۽ چيو هو، ”نہ تون مونکي سمجهہ ۾ آيو آهين، ۽ نہ ئي تنهنجي چاهت مونکي سمجهہ ۾ آئي آهي.“

”چاهت جي نئين رسم جو درس اسان کي پيٽ ڏٺيءَ کان مليو آهي.“

چيو هيم، ”تون مون کي ويجهو هوندي مونکان پري ٿي ويندي آهين؛ ۽ جڏهن مونکان پري هوندي آهين، تڏهن مونکي ويجهو هلي ايندي آهين.“

سنڌوءَ ٿڌو ساهه کنيو. پوءِ، ماحول جي اداسائي گهٽ ڪرڻ لاءِ چيائين، ”تنهنجو مرض لاعلاج آهي.“

”اهو عشق ئي ڪهڙو جنهن جو علاج ٿي سگهندو هجي!“ مون سندس عميق اکين ۾ ڏسندي چيو هو، ”منهنجو عشق عزازيل وارو آهي.“

سنڌو ٿهڪ ڏيئي کلي پيئي هئي. چيو هئائين، ”تنهنجي باري ۾ ماڻهن، سي. آءِ. ڊي ۽ اطلاعات واري کاتي جي عملدارن جو به اهوئي خيال آهي.“

مان به کلي پيو هوس. چيو هيم، ”هڪ سجدي کان انڪار ڪري، عزازيل لکين سالن جي عبادت کي رائگان ڪري ڇڏيو هو.“

سنڌوءَ پڇيو هو، ”پوءِ ڇا سوچيو اٿئي؟“

ورائي پڇيو هيم، ”ڇا جي باري ۾؟“

”پنهنجي باري ۾.“

”مان توکان سواءِ اڌورو، بي معنيٰ ۽ مبهم آهيان.“

۽ منهنجي باري ۾ ڇا سوچيو اٿئي؟“

مون غور سان سنڌوءَ ڏانهن ڏٺو هو. الاءِ ڇا هو منهنجين نظرن ۾، جو هن هڪدم نگاهون جهڪائي ڇڏيون. مون ڏانهنس ڏسندي چيو هو، ”ازل جي ابتدا تنهنجي لاءِ منهنجيءَ جستجوءَ سان ٿي هئي. ان کي سڏيائون ڪائنات جو آغاز. ابد ٿيندو ان ڏينهن، جنهن ڏينهن تنهنجي لاءِ منهنجي مسلسل جستجوءَ جو سلسلو ختم ٿيندو. ان ڏينهن کي سڏيندا قيامت.“

سنڌو بيچين ٿي پيئي. چيو هئائين، ”تون چريو ٿي پوندين، چريو ٿي پوندين.“

پڇيومانس، ”تون مون کي سچو ۽ هوشمند ٿي سمجهين؟“

اٽڪندي اٽڪندي چيو هئائين، ”مون کان پري رهي ڏس.“

”توکان پري رهي ڏٺو اٿم.“ چيو هيم، ”مفاصلا محبتن کي شدت جو احساس بخشيندا آهن. پر، پر تون ته هر دم، هر لمحي مون وٽ موجود آهين. منهنجي روح ۾ آهين– ذهن ۾ آهين– تصور ۾ آهين– توکان مان ڪيئن جدا ٿي سگهندس!“ ۽ پوءِ اُهائي ماٺ، صدين جي ماٺ. خاموشي! ✦

# الزام

نہ ٻڌايائين تہ ڪتان پئي ڳالهايائين. سموري ملڪ ۾ ٽيليفون تارن جو جار وڇايل آهي. ضد ڪيم تہ فقط ايترو چيائين، ”اسين زمان ۽ مڪان جي پابندين کان آزاد آهيون. منهنجي لاءِ ايترو ڪافي آهي تہ مان تنهنجو آواز ٻڌي سگهان ٿي.“

چيم، ”پر تڏهن بہ.“

”ڇا اهو تمام ضروري آهي؟“

”ضروري تہ ناهي.“

”تہ پوءِ ضد ڇو ٿو ڪرين.“

”مان ضد ڪرڻ جو حق نہ ٿو رکان سنڌو.“ چيم، ”پر تڏهن بہ دل چاهيندي آهي تہ ڪعبي جي رُخ کان باخبر رهان.“

”تنهنجي ۽ سچل جي وچ ۾ ڏيڍ سؤ سالن جي وڇوٽي آهي.“ سنڌوءَ چيو، ”ماڻهو توکي سنگسار ڪري ڇڏيندا.“

”مون مرڻ کان انڪار تہ نہ ڪيو آهي.“ چيم، ”جيڪو موت تنهنجي محبت ۾ ملندو، مان تنهن موت کي لبيڪ چوندس.“

چڻ سوچ ۾ ٻڏي ويئي. ڪجهہ گهڙيون خاموش رهي. هن نہ ڳالهايو. مون ڳالهايو. پڇيم، ”ڇا پئي سوچين سنڌو؟“

”جي!“ ڇرڪ ڀريندي ڳالهايائين، چيائين، ”ڪجهہ بہ نہ.“

”مون کان لڪائين ٿي؟“

”توکان لڪائڻ لاءِ مون وٽ ڪجهہ بہ ڪونهي.“

”مان وري بہ ضد نہ ٿو ڪريان.“

”منهنجيءَ ڳالهہ جو يقين نہ اٿئي!“

”تنهنجي هر ڳالهہ منهنجي لاءِ آفاقي پيغام آهي.“

”تون بنهہ ڪافر ٿي ويو آهين.“

”ان الزام جي مون ڪڏھن بہ ترديد نہ ڪئي آھي.“ چيم، ”ان الزام جي سچل بہ ترديد نہ ڪئي هئي، ان الزام جي منصور بہ ترديد نہ ڪئي هئي، ان الزام جي بلها شاھہ بہ ترديد نہ ڪئي آھي. مون سندن پيرن جي خاڪ جو مٽي تي محراب ٺاهيو آهي. منهنجي محبت عبادت اهي.“

هوءَ ٻيهر خاموش ٿي ويئي. ڄڻ ڪائنات خاموش ٿي ويئي.

چيم، ”مان سمجهان ٿو ڳالهائڻ لاءِ اسان وٽ وقت محدود آھي.“

ٿڌو ساھہ کنائين. چيائين، ”گذريل جنم ۾ بہ اسان جون ڳالهيون اڌ ۾ رهجي ويون هيون. موجوده جنم ۾ بہ اسان جون ڳالهيون اڌ ۾ رهجي ويون آهن. اسين ڳالهين کي مڪمل ڪرڻ لاءِ خالق کان هڪڙي ٻئي جنم جي التجا ڪنداسين.“

چيم، ”ان جنم ۾ بہ اسان جون ڳالهيون مڪمل نہ ٿينديون.“

پڇيائين، ”ڇو؟“

وراڻيم، ”اها محبت، جنهن جي ابتدا ڪائنات جي آغاز کان اڳ جي هجي، تنهن محبت جون ڳالهيون ٽن جنمن ۾ پوريون نہ ٿينديون آهن.“

پڇيائين، ”ايئن ڇو آهي؟“

چيم، ”مون کي خبر ناهي.“

پڇيائين، ”ان جو حل؟“

وراڻيم، ”نرواڻ.“

”ٻڌمت جي طرف لاڙو رکيو اٿئي ڇا؟“

”مان آنند آهيان. مون گوتم کان گيان ورتو آهي.“

”مون هڪ دفعي تنهنجي ڳچيءَ ۾ لوھہ جو ننڍڙو صليب ڏٺو هو.“

”اهو صليب اڄ بہ منهنجي ڳچيءَ ۾ پاتل آهي.“

”تون صليب ڇو پائيندو آهين.“

”گوتم جيڪڏهن رومي سلطنت جي حدن ۾ پيدا ٿئي ها، تہ هن کي بہ صليب تي مرڻو پوي ها.“ چيم، ”محبت ڪرڻ وارن جي تاريخ صليب سان وابستہ آهي. صليب کي مون مذهبي اهڃاڻ نہ مڃيو آهي.“

گهڙي کن ۾ الاءِ ڇا سوچي ورتائين! چيائين، ”هڪ دفعي ڪراچيءَ جي عجائب گهر ۾ گهمندي تو چيو هو تہ ڪڏهن صديون اک ڇنڀ ۾ گذري وينديون آهن.“

”ها، مون کي ياد آهي.“ چيم، ”مان ان وقت گوتم جي مجسمي آڏو ويٺو هوس.“

”ڇا اڄ بہ ان راءِ تي قائم آهين؟“ آهستي پڇيائين.

”ها، اڄ بہ ان راءِ تي قائم آهيان.“ چيم، ”ڪڏهن ڪڏهن لمحا وري صدين وانگر اينگهجي ويندا آهن.“

پڇيائين، ”ڪيئن؟“

چيم، ”جن لمحن ۾ تون نہ هوندين آهين، سي لمحا عذاب وانگر طويل ٿي ويندا آهن ۽ جن لمحن ۾ تون هوندي آهيان، سي لمحا اک ڇنڀ ۾ گذري ويندا آهن.“

پڇيائين، ”في الحال موڪلايون؟“

چيم، ”مان تنهنجي رضا تي راضي آهيان.“

”ڇڱو.“

”ڇڱو.“ ✦

# روانگي

اداس لهجي ۾ پڇيائين، ”تہ تون سچ پچ هليو ويندين؟“

چيم، ”ها، مان هليو ويندس.“

آسمان جي وسعتن ۾ نهاريندي پڇيائين، ”ڪيڏانهن ويندين؟“

چيم، ”مونکي خبر ناهي.“

منهنجو جواب ٻڌي هوءَ وياڪل ٿي ويئي.

هن نہ ڳالهايو.

مون ئي ڳالهايو. چيم، ”ڪجهہ انسان سفر تي روانا تہ ٿيندا آهن، پر منزل تي پهچڻ کان اڳ راهن ۾ گم ٿي ويندا اهن. مان انهن انسانن مان هڪ آهيان.“

لفظن مان ٽِڪل جملو جوڙيائين. چيائين، ”مان سمجهان ٿي... مان سمجهي سگهان ٿي، تہ تون اوندهہ جي ٻئي پاسي... يعني اوندهہ جي آرپار ڏسي نہ ٿو سگهين.“

چيم، ”شايد تون سچ ٿي چوين.“

چيائين، ”اوندهہ جو سفر دل جي روشنيءَ سان پورو ڪبو آهي.“

زهر جهڙي مرڪ چپن تي تري آئي. چيم، ”ڪجهہ انسان پنهنجي وجود ۾ اُماس جي رات سانديي جيئندا آهن.“

پڇيائين، ”ايڏو مايوس آهين؟“

وراڻيم، ”مون زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ دل کي آس جي رانديڪي سان نہ وندرايو آهي.“

هوءَ خاموش ٿي ويئي. خاموش ٿي وڌيڪ اداس ٿي ويئي.

چيم، ”مونکي خبر آهي، توکي ڪيڪٽس سان پيار آهي. جيڪي انسان ڪيڪٽس سان پيار ڪندا آهن، سي ٻين لاءِ ڊرائينگ روم جو سينگار ٿيندا آهن، پر پاڻ اداس رهندا آهن.“

ڪلڻ جي ڪوشش ڪيائين. ڪلي نه سگهي. پڇيائين، ”ڪڏهن موٽندين؟“

”مون کي خبر ناهي.“ چيم، ”مون کي فقط ايتري خبر آهي، ته مان هڪ نه هڪ ڏينهن ضرور موٽي ايندس.“

”ها، تون هڪ نه هڪ ڏينهن ضرور موٽي ايندين، مون کي خبر آهي.“ چيائين، ”تون هر دور ۾ هليو ويندو آهين ۽ مان ٻئي دور ۾ تنهنجي اچڻ جو انتظار ڪندي آهيان. تون وڃ. مان ايندڙ دور ۾ تنهنجو انتظار ڪنديس.“

مون ڏٺو، هماليه جبل جي چمڪندڙ چوٽين کان ڪيٽيءَ جي ڇوڙ تائين سموري تاريخ پاڻيءَ ۾ پسي ويئي.

هن چيو، ”الوداع.“

مون ڪيس جواب نه ڏنو. مون محسوس ڪيو ته، مان ازل کان سفر ۾ آهيان، ۽ ابد تائين سفر ۾ رهندس. ✦

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم - گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪِجي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوڻ، چالاڪ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪي جو ٻيجل ٻوليو)